# سيرت
# شهيد گرھوڙي
## عليه الرحمة


مزارجو ٻاهريون منظر


مزار جو اندريون منظر

مصنف
مفسرِ قرآن، مبلغِ اسلام
مولانا محمد ادريس ڏاهري نقشبندي

# سيرت
# شهيد گرهوڑي
## عليه الرحمة



مصنف

مفسرِ قرآن، مبلغِ اسلام
مولانا محمد ادريس ڈاهري نقشبندي مدظلہ العالي



شايع ڪندڙ
ادراهٔ خدمةالقرآن والسنة
شاهپور جهانيا

نالو ڪتاب ------------ سيرت شهيد گرهوڙي عليه الرحمة

مصنف ................ مفسرِ قرآن مبلغ اسلام مولانا الحاج
محمد ادريس ڏاهري مدظلم العالي

شايع ڪندڙ.............. اداراهٔ خدمة القرآن والسنة.
شاهپور جهانيا ضلع نواب شاهم

هديه ................... پنجاهم روپيه

ڇپيندڙ................. نيو گرين پرنٽرس، صدر حيدرآباد
فون نمبر 784848

ملڻ جو هنڌ

مدرسه عربيه جامعه محمديه
شاهپور جهانيا، ضلع نواب شاه سنڌ.

# فهرست

تقريظ: از ڊاڪٽر غلام محمد ڏاهري

بِسۡمِ اللهِ الرَّحۡمَانِ الرَّحِيۡمِ

حامدا ومصليا

زير نظر ڪتاب، شهيد، حضرت، مخدوم عبدالرحيم، گرهوڙي رحمة الله عليه جي حالات زندگيءَ بابت انمول تحفو آهي هيءُ ڪتاب سنڌ جي مشهور محقق، مبلغ ۽ مفسرِ قرآن، حضرت علامه و مولانا الحاج محمد ادريس ڏاهري زيد مجده جن جي تصنيف منيف آهي. علامه ڏاهري هن ڪتاب کان اڳ پيا ٻه ٽيهارو کن ڪتاب تاليف ڪيا آهن، جن مان اڪثر ڪتاب شائع ٿي، منظر عام تي اچي چڪا آهن پر انهن ڪتابن ۾ قرآن شريف جو سنڌي تفسير نالي "احسن البيان في تفسير القرآن" سيني کان وڌيڪ اهميت جو حامل آهي. خدا تعالىٰ جا مولانا ڏاهريءَ تي ڪروڙين ڪرم آهن، جو سندس تفسير جا چار جلد شائع ٿي چڪا آهن ۽ وڌيڪ سندس محنت جاري آهي، خدا تعالىٰ جي دربار ۾ دعا آهي ته باقي رهيل تفسير به جلدي پورو ڪري وٺن. حضرت شهيد

گرهوڙي رحمة الله عليه جو نالو سنڌ ۾ شايد ئي
ڪنهن کان پوشيده هجي. پاڻ عالم، عارف، مفڪر،
محدث، مفسر ۽ نقشبندي سلسلي جو هڪ متصوف
بزرگ ٿي گذريو آهي. پاڻ ڪرامتن ۾ ڪامل بلڪ
اڪمل هو. انڪان سواءِ مستجاب الدعوات هو.

سنڌ جي مشهور مؤرخ عبدالمجيد "مجيدي"
جوکيي بکريءَ پنهنجي مايهٔ ناز تصنيف "تاريخ بلوچي"
۾ سندس دعا جي قبول پوڻ جو هڪ واقعو لکيو آهي،
ياد رهي ته مؤرخ مجيدي مخدوم گرهوڙي جو همعصر
هو ۽ ڪتاب ۾ اڪثر واقعا چشم ديد لکيا اٿس. پاڻ
ذڪر ڪندي فارسي نظم ۽ نثر ۾ احوال آند واٿس
جنهن جو خلاصو بيان ڪجي ٿو.

"جڏهن ميان سرفراز ڪلهوڙي تاريخ ۱۵ جمادی
الاخریٰ ۱۱۸۸ هجري تي مير بهرام خان ٽالپور سندس
فرزند ۽ مير صوبيدار خان ٽالپور کي شهيد ڪرايو،
جڏهن ته مير بجار خان ٽالپور حج تي ويل هو، اهو
جڏهن حج تان واپس آيو ته کيس وقت جي حڪمرانن
جي ظلم کان آگاهه ڪيو ويو، جنهن تي حاجي مير

بجار خان ٽالپور پنهنجي قوم جي ماڻهن کي گهرايو، سندس گهرائڻ تي چار - پنج هزار ماڻهو سندس خدمت ۾ اچي حاضر ٿيا. جڏهن ته ٻئي پاسي پيروز پٽافي ۽ راڄو ليکي جو فرزند تاجو ليکي ڪلهوڙن حڪمرانن جي طرفان اڳواڻ هئا. جڏهن ٻئي لشڪر صفون ٻڌي جنگ لاءِ تيار ٿيا ته انهيءَ دوران خدا تعالىٰ جي غيبي مدد ٿي، جو هڪ درويش اهل دل جيڪو ڪرامتن سان پرپور هو، سندس نالو عبدالرحيم گرهوڙي هو.جيڪو حضرت خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جو مريد هو. اهو درويش پنهنجن فقيرن جي جماعت سان گڏ مير بجار خان ٽالپور وٽ آيو ۽ سندس ٿورڙي لشڪر تي ڪيس رحم آيو ۽ شفقت ڪندي ان گرهوڙي درويش مير بجار جي ڪاميابي ۽ فتح لاءِ دعا گهري، ۽ مير بجار کي فرمايائون ته خدا تعالىٰ تنهنجي مخالفن جي تڪبر ۽ غرور تي ابدي قهر ۽ زواليت نازل فرمائيندو ۽ ملڪ جي واڳ تنهنجي هٿ ۾ هوندي پر تن ڳالهين جو خيال رکجانءِ.(١) خدا جي مخلوق کي عدل ۽ انصاف فراهم ڪيو وڃي جيئن ظالمن جي هٿان انهن کي ڪوبه

نقصان نہ پهچي.(٢) شريعت جي خلاف ڪم نہ ڪيا وڃن ۽ بي دينن جي بدعتن کي رائج نہ ڪيو وڃي.(٣) سادات، علماء ۽ فقيرن مان جيڪي ماٺهو واجب الرعايت هجن انهن کي بيت المال مان کاڌو خوراڪ ڏنو وڃي.

خدا تعالىٰ جي قدرت شهيد گرهوڙي جي دعا قبول پئي ٽالپورن کي ان جنگ ۾ فتح ۽ ڪاميابي حاصل ٿي. (ڪتاب تاريخ بلوچي فارسي صفحو ٣١ مطبع ڪراچي).

حقيقت ۾ اهو فيض سلطان الاولياء حضرت خواجہ محمد زمان لنواري واري رحمة الله عليه جن جو هو، جنهن جي فيض کان سنڌ جو ڪوبہ حصو خالي ڪونہ هو. حضرت خواجہ صاحب جن جا ڪيترائي خليفا مشهور ٿي گذريا آهن. جهڙوڪ حضرت قاضي احمد دمائي،مخدوم محمد يوسف بکائي، مخدوم غلام محمد بکائي، حاجي محمد صالح ڏاهري ۽ شهيد مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي وغيره، پر انهن مان چار خليفا وڏا هئا، جن جا نالا هن طرح آهن. (١) شهيد مخدوم

عبدالرحيم گرهوڙي (٢) شيخ ابو طالب آگهمي (٣) مخدوم شيخ حاجي محمد صالح ڏاهري ڪڙائي (ڳوٺ ڪڙ، تعلقه دولت پور ضلع نوابشاهه ۾ آهي). (۴) حافظ هدايت الله جيڪو سندن خاص خادم هو.

حضرت شهيد گرهوڙي وانگر حضرت حاجي محمد صالح ولد عبدالله ڏاهري ڪڙ وارو نهايت ڪامل وليءُ عارف انسان ٿي گذريو آهي. راقم الحروف هڪ قلمي بياض جيڪو سال ١٢٨۴ هجريءَ ۾ لکيل هو، مطالع ڪندي ص ١۴٦ تي حاجي محمد صالح ڏاهري بابت هن طرح لکيل ڏٺو.

"بزرگ حاجي محمد صالح رحمة الله عليه ساڪن مڪان "کهر" مريد بزرگ محمد زمان است. صاحب ذڪر و فيضمند بود. ومردم ڪثير از وے فيضياب شده بودند و صاحب صفا و ڪشف وجذب بود". (بياض قلمي فارسي ص ١۴٦ موجود ڪتب خانه مفتي عبدالرحيم سڪندري شاهپور چاڪر ضلع سانگهڙ سنڌ).

**ترجمه:** بزرگ حاجي محمد صالح ڏاهري رحمة الله عليه "ڪڙ" جو رهندڙ خواجه محمد زمان

لنواريءَ واري جو مريد هو. حاجي صالح (ڏاهري) ذڪر جو صاحب ۽ فيض وارو هو. ڪافي ماڻهن ان کان فيض پرايو، ڪشف، صفا ۽ جذب جو صاحب هو. مولوي دين محمد وفائي لکيو آهي ته حاجي صالح ڏاهريءَ کي ذڪر ڪرڻ ۾ حبس دم يعني ساهه بند رکڻ جي ايڏي ته مشق هوندي هئي جو لاالـه چئي اٺ پهر دم نه ڪڍندو هو، اٺن پهرن کان پوءِ الا الله چوندو هو.

(تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٣ صفحه ١٣٢ مطبع سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سنڌ)

جيئن ته شهيدگرهوڙي جو حاجي محمد صالح ڏاهري پيرڀائي هو، ان ڪري گرهوڙي صاحب جي ساڻس خط و ڪتابت هوندي هئي ۽ خطن ۾ تصوف جا مسائل بيان ٿيل هوندا هئا. جيئن هن خط مان معلوم ٿئي ٿو جيڪو شهيد گرهوڙي حاجي صالح ڏاهري ڏانهن لکيو.

## خط شيخ حاجي صالح ڏاهري ڪڙائي قُدس سره ڏانهن.

الله تعالىٰ جو فرمان آهي ته سڀ مسلمان پاڻ ۾

ڀائر آهن ( پاڻ ۾ ديني رابطي ۽ اسلامي محبت سان ڳنڍيل آهن. هي رشتو تمام دنيوي رشتن کان مضبوط تر آهي).

**حديث:** الله تعالىٰ جي رسول صلى الله عليه وسلم فرمايو ته: سيئي مؤمن منهنجا ڀائر آهن. مولوي مثنوي واري فرمايو آهي ته: الله تعالىٰ جا ڪامل ٻانها هڪ وجود وانگر آهن عام ماڻهو بگهڙن ۽ ڪتن وانگر الڳ جنس آهن. (مطلب ته الله تعالىٰ جا خاص ٻانها جسم جي عضون وانگر هڪ آهن باقي عام ماڻهو بي احساس ۽ بي مروت آهن).

**حديث:** رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو ته: جنهن ڪي الله تعالىٰ جي رحمت کان نااميد ڪيو ويو ۽ گناهن ڏنيون ويون، الله تعالىٰ انهن تي رحمت فرمائي ٿو، پوءِ هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو ته فقيرن جو خدمتگار اهو ماڻهو هجي جيڪو انهن جي خدمت ڪري، نون طالبن کي تلقين ڪري ته جيئن الله تعالىٰ جي وات ڏسن ۽ وچولن کي صاف ڳالهه ٻڌائي ته فاسد خيالات کان ڇوٽڪارو لهن. نيڪن کي

ســـختي ڪري، تانت انهن جو درياهہ جوش ۾ اچي جيئن ٻين جا گهر آباد ڪن، جهڙيءَ طرح سڪل گاهہ کي بادشاهن جي باغ ڪان پٽي ٻاهر ڦٽو ڪندا آهن.

مرد اهو هجي جو درد سان هجي، جيئن حافظ شيرازي فرمايو آهي.

اي دل! درد جي عــادت ڪر، دوا جو نالو نہ پڇ چوتہ خراسان جي جبلن جي برف اونهاري جي سخت گرميءَ کانسواءِ درياءَ ۾ وهي نہ ايندي آهي. ولي تي سختي لڙندڙ باغ مثل آهي، جو خادمن جي سختيءَ کي بہ خدمت سمجهندا آهن ۽ خادمن جو اجوروبزرگن تي لازم آهي.

زياده سلامتي

(ڪتاب شهيد گرهوڙي صفحہ ٧٥ مطبع شڪارپور سال ١٩٩٨ع)

حضرت مخدوم گرهوڙي تي جهڙيءَ طرح حضرت سلطان الاولياءِ خصوصي مهرباني فرمائي هئي اهڙي طرح حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري عليہ الرحمة

تيَ بہ سندن عنايت جي انتها نہ آهي جيئن حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري فرمايو آهي.

آئون حضرت خواجہ محمد زمان لنواري واري رحمة الله عليه جي دست بيعت ٿيڻ کان اڳ دنيا جو گهڻو حصو گهميس، روم شام، عرب، عجم، ترڪ ۽ تاجڪ بلڪ دنيا جو ڏهون حصو تقريبًا گهميس قريس پر خواجہ صاحب جن جهڙي شخصيت مون ڪٿي ڪانہ ڏٺي. آءٌ خواجہ صاحب جن جي صحبت کان اڳ زماني جي مشائخن کان ايترو لطف اندوز ٿيندو هوس جو جڏهن بہ مراقبو ڪندو هوس تہ مونکي پنهنجوجسم ايترو تہ بسيط نظر ايندو هو. جو سمجهندو هوس تہ مون کان چوڌاري زمين باقي هڪ گرانٽ وجي بچي آهي. خواجہ صاحب جن جو اهو پهريون تصرف هو، جو فقط پهرئين ملاقات ڪرڻ سان مون کان اها ڏسڻ واري حالت کسي ورتائون. مون پاڻ کي قابو جهلڻ جي ڪوشش ڪئي پر اها حالت ۽ نسبت مون کي وري ڏسڻ ۾ نہ آئي، پوءِ آءٌ سندن مريد ٿيس مون کي ذڪر جي ائين تلقين ڪيائون جيئن نئين ۽ ابتدائي مريد کي ذڪر جي تلقين

ڪبي آهي. ان ڪـان پوءِ آءُ ويٺل فــورًا ڪري پيس. آءُ خواجه صـاحب جن جي خصـوصـيت اڪٿينءُ نسـبت جي مقابلي ۾ ڇا ٻڌايان؟ (يعني سندن هيءُ فيض ۽ حالت ڪن نسبتن کان وڌيڪ هو.)

(مرغوب الاحباب فارسي

قلمي ص ٣٣ مير نظر علي ٽالپور بلوچ)

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة به لنواري شريف جي درگاه بابت بيحد عقيدتمند اديب هو پر حاجي محمد صالح ڏاهري عليه الرحمة ڪي درگاه جي سرواڻ خواجه صـاحب ، سندس اولاد ۽ درگـاه لاءِ ايتـرو ته ادب هوندو هو جو ڪڏهن به لنواري شـريف جي طرف ڏانهن پير ڊگها ڪري ڪونه سـتو. (تذڪره مشـاهير سنڌ ج ٣ ص ١٣٢)

هن وقت به حـضرت حاجي محـمد صالح ڏاهري عليه الرحمة جي اولاد مان جيڪي ڏاهري فقير آهن جن کي اڄڪلهه پاڙي جي لحاظ کان ”راڄڙ فقـير ڏاهري“ سـڏيو وڃي ٿـو، سي به حـاجي صـالح ڏاهري

وانگرلنواري شريف ڏانهن پير ڏکيا ڪري نہ سمهندا آهن.

حضرت خواجہ محمد زمان جي صحبت ۽ فيض حضرت گرهوڙي ۽ پين خليفن کي فراست جو صاحب بڻائي ڇڏيو، جيئن مولوي دين محمد وفائيءَ لکيو آهي تہ: حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري جن هڪ دفعي پنهنجن دوستن سان گڏجي لنواري شريف ڏانهن اچي رهيا هئاجڏهن حيدرآباد کان لنگهيا تہ اتي شهر کان ٻاهران ڪيترائي ڇوڪرا راند ڪري رهيا هئا. حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري عليه الرحمة اتي بيهي رهيو ۽ ڇوڪرن کي ڇتائي ڏسڻ لڳو، انهن ڇوڪرن ۾ مير فتح علي ٽالپور جو ڀاءُ، مير غلام علي ٽالپور بہ ويٺل هو، حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري عليه الرحمة ان ڇوڪري ڏانهن نهاري فرمايو تہ : ” هيءُ ڇوڪرو سنڌ جو حاڪم ٿيندو“ . پوءِ واقعي ٿيو بہ ائين جو حاجي محمد صالح ڏاهريءَ جي پيشن گوئي سچي ٿي ۽ مير فتح علي خان ٽالپور جي وفات کانپوءِ اهو ڇوڪرو مير غلام علي ٽالپور سال ١٢١٧ هجريءَ ۾ سنڌ جو

حاڪم ٿيو. (تذڪره مشاهير سنڌ صـــ و تاريخ بلوچي صـــ)؛

اهڙي فراست لاءِ حديث شريف ۾ فرمايل آهي ته "اِتَّقُوْا فِرَاسَةَ الْمُؤْمِنِ فَاِنَّهٗ يَنْظُرُ بِنُوْرِ اللهِ" يعني مومن جي دانائيءَ کان بچو ڇوته اهو الله تعالىٰ جي نور سان ڏسندو آهي. حضرت شيخ حاجي محمد صالح ڏاهري جن پنهنجي زندگيءَ ۾ سدائين قبلي ڏانهن گوڏا پيجي ويهي عبادت ڪندا هئا، سندن فرزند جو چوڻ آهي ته اين گوڏا پيجيو ويٺو هو ته سڪرات شروع ٿيس ۽ انهيءَ حالت ۾ سندن روح پرواز ٿي ويو. (تذڪره مشاهير سنڌ صـــ).

حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري عليه الرحمة جي قبر ضلعي نوابشاهه جي تعلقي دولت پور جي ڳوٺ "ڪڙ" جي ڀرسان آهي، سندس مزار جي مٿان ڪوبه قبو نه آهي.حضرت حاجي محمد صالح ڏاهري عليه الرحمة جي اها ڪرامت اڄ تائين مشهور آهي جو جنهن ڪي به ذات ۾ سوڙ پوندو آهي ته سندس قبر جي زيارت ڪري اتي زمين ۾ هڪ ڪاٺ جي ڪلي کوڙي

ڇڏيندو آهي پوءِ خداتعالیٰ پنهنجي پياري پائهي جي صدقي سندس درد دفع ڪري ڇڏيندو آهي ۽ اڪثر ماڻهن کي شفا ملي چڪي آهي.

مردان خدا، خدا نباشند

ليکن ز خدا، جدا نباشند

ڊاڪٽر غلام محمد ڏاهري

ليڪچرر

گورنمنٽ مهراڻ ڊگري ڪاليج مورو سنڌ

٧ ذوالقعده ١٤١٩هه

فقير عبدالله ڏاهري نقشبندي
شاه لطيف ڪالوني ناڪولاڻ
ڪوٽڙي

تقريظ از رسول بخش پکهيو کچيرائي
مورو ضلع نوشهرو فيروز - سنڌ

بِسْمِ اللهِ الرَّحْمَانِ الرَّحِيْمِ

اَلْحَمْدُلِلهِ وَسَلَامٌ عَلىٰ عِبَادِهِ الَّذِيْنَ اصْطَفىٰ اَمَّا بَعْدُ

اتران تي عيد ڏکڻ ڏئو چنڊ
جهڙي ڦٽي جنڊ، آيو ڳڙ گرهوڙ ۾

سونهاريءَ سنڌ جي هن ڀاڳ ڀريءَ ڀونءِ تي هر دور ۾ عالم رباني، اديب ۽ اعلىٰ انسان، اولياء الله ۽ صالح ۽ صادق ٻانها رب جا پئي پيدا ٿيا آهن جن پنهنجي پنهنجي دور ۾ اسلامي ۽ روحاني تعليم ذريعي اڻ ڄاڻ ۽ ڀٽڪيل انسانن جي رهنمائي ڪري انعام يافته صالحين جي رستي "صراط مستقيم" تي هلڻ جي تلقين ڪئي ۽ پنهنجي روحاني فيض سان انهن جي دماغن کي روشن ۽ دلين کي منور ڪيو ۽ دين اسلام جي تعليم کي عام ڪرڻ ۽ ان جي اعلىٰ مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ مالي ۽ جاني قرباني ڏئي ٻنهي جهانن جي فلاح ۽ ڀلائي ماڻي، ۽ پنهنجي هن

دنيا واري زندگي نهايت پرهيزگاريءَ سان گذاري پين انسانن لاءِ سبق آموز مثال ۽ نمونو ڇڏي ويا.

حضرت ابن زيد فرمايو آهي ته: ولي اهو آهي جيڪو ايمان ۽ تقويٰ ٻنهي جو جامع هجي." متڪلمين چون ٿا ته: " ولي اهو آهي جو صحيح اعتقادن تي يقين رکي ۽ اعمال صالح شريعت مطابق بجا آڻيندو هجي".

ڪن عارفن جو چوڻ آهي ته: " ولايت نالو آهي قرب الاهيءَ ۽ الله پاڪ سان هميشه گڏ مشغول رهڻ جو جڏهن ٻانهو ان مقام تي پهچي وڃي ٿو ته ان کي ڪنهن به چيز جو خوف نه ٿو رهي ۽ نه ڪنهن شيءِ جي فوت هئڻ جو غم ٿئي ٿو." ولايت جي اهڙن صاحبن اوليائن ۾ سنڌ جو بي باڪ اسلامي سپاهي، عالم رباني، مجدد اسلام - مجاهد، مبلغ، مؤلف، اديب، متقي، ... پرهيزگار، فقيه ۽ قانوندان، مناظر ۽ مقرر، شيخ الشيوخ شاعر شريعت و طريقت ۽ حسيني شهادت ماڻيندڙ حضرت علامه مخدوم شهيد شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه جن ٻارهين صديءَ هجريءَ جي بزرگن ۾ نمايان حيثيت رکن ٿا.

مخدوم گرهوڙي جهڙي عظيم شخصيت تي

اسانجي خطه بلالي جي عظيم عالم حضرت علامه مولانا محمد ادريس ڏاهري مدظله العالي جن جو هڪ ڪتاب " سيرت شهيد گرهوڙي رحمة الله عليه " مهاڳ لکڻ لاءِ مليو. حقيقت ۾ آءٌ هڪ ادنيٰ سماجي، مذهبي ۽ ادبي ڪارڪن ته ضرور آهيان ليڪن عالمن ۽ اديبن جي اصطلاح ۾ عالم يا فاضل نه آهيان تاهم علم سان عشق ۽ عالمن جي صحبت ۽ محبت ضرور حاصل آهي، لکڻ سان بہ لاڳاپيل آهيان ڪافي بزرگن جي زندگي ۽ ٻين موضوعن تي مضمون ۽ مقالا وقت بہ وقت رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپبا رهندا آهن بهرحال سنڌ جي هڪ عظيم بزرگ تي سنڌ جي هڪ عظيم عالم جي لکيل ڪتاب جي تقريظ لکڻ پاڻ لاءِ وڏو اعزاز ٿو سمجهان.

ڪتاب تي لکڻ کان اڳ مخدوم گرهوڙي صاحب جن جي شخصيت تي چند سٽون سڪ ۽ عقيدت جون عرض ڪندس تهان پوءِ ڪتاب جي مواد ۽ نوعيت تي قلم جي نوڪ ڪي ڇيڙيندس ۽ آخر ۾ فاضل مصنف جن جو تعارف لکڻ نهايت ضروري ۽ مبارڪ سمجهندس.

مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رحمت الله عليه جن هڪ بلند پايي جا بزرگ، يگانه عالم - شاعر-

مجاهد - فقيه ۽ عقل سليم جا صاحب هئا. سندس
ڪلام شريعت ۽ طريقت سان تعلق رکي ٿو. هرهڪ
مسئلي جو شرعي پاڳو بيان ڪري پوءِ اڳي ان جي
اخلاقي ۽ روحاني مرادن بيان ڪرڻ ۾ پلٽيو آهي
هرهڪ شرعي مسئلي کي فنا في الله ۽ فنا في الرسول
( صلى الله عليه وسلم) جي رنگ ۾ رنگيندو.
حقيقي عشق ۽ مدني مرسل عليه الصلوٰة والسلام جي محبت کي نروار
ڪندو وڃي پار پيو آهي. جيئن پاڻ فرمائين ٿا ته:

لَآاِلٰـهَ اِلَّا اللهُ آهي هيڪڙو جو موڙ مڙني جوءِ
سڃاڻن ۾ ان سندي عقل عاجز هوءِ
سيڪا صورت جوڙ تنهن پاڻ پراهون سوءِ
سين ذاران تنهن سري ان ريءَ سري نه ڪوءِ
ان ريءِ صورت نه ٿئي، صورت ريءَ سو هوءِ
واحد پاڪ ورچ ڪان جئن نه هوءِ ذروءِ
جيڪي تنهن ري پوڄي سوسڀ پاپ ٿيوءِ

سندس ڪلام ۾ حقيقي عشق ۽ طريقت جو
مضمون پڻ سمايل آهي جيئن پاڻ فرمائين ٿا ته:

جڏهن " ڪين" لڌوءِ تڏهن لڌوءِ سپرين
جانسين " ڪين" کي تانسين هوت نه هوءِ
"اِنَّ رَبِّيْ عَلٰى صِرَاطٍ مُّسْتَقِيْمٍ " رندن راهه اهوءِ

مخدوم گرهوڙي صاحب جن ڪامل ولي ۽ شهيد پڻ هئا جن کي قرآن پاڪ زنده ٻڌايو آهي - جن کي موت ڪانپوءِ ابدي يعني هميشه واري حياتي بخشي وڃي ٿي ان جي ارواح کي رزق پيش ڪيو وڃي ٿو. فرحت ۽ راحت بخشي وڃي ٿي. ان جا عمل جاري رهن ٿا. اجر ۽ ثواب وڌندو رهي ٿو ۽ حضور صلي الله عليه وسلم جن جي ڏنل تعليم مطابق ان شهيد جو روح سبز پرندن جي قلب ۾ جنت جو سير ڪري ٿو. اتان جا ميوا کائي ٿو ۽ ان کي قبر واري زندگيءَ ۾ به نعمتون عطا ڪيون وڃن ٿيون.

مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رحمة الله عليه جن جي گرهوڙ ۾ رهڻ متعلق هڪ روايت هيءَ به آهي ته گرهوڙ ۾ سندن رهائش ان ڪري ٿي جو هڪ بزرگ جيڪو ڪانئن اڳ ان زمين جي ٽڪريءَ تي رهندو هو جڏهن مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ان جاءِ تي پهتو ته ان بزرگ کين گرهوڙ ۾ رهڻ جي هدايت ڪندي چيو ته " هيءَ زمين جو ٽڪرو مديني جي زمين جو ٽڪرو آهي ۽ مليل حڪم مطابق هيءَ توهان کي ئي سنڀالڻو آهي".

مخدوم گرهوڙي رحمة الله عليه جن پنهنجي بي

باڪ شخصيت اعليٰ علمي ڄاڻ، عمل، جرئت ۽ حق گوئيءَ ڪري گهڻو مشهور آهن سندن شخصيت تي ڪجهه مضمون ۽ ڪتابڙا شايع ٿيل آهن جن ۾ مخدوم صاحب جن جي زندگي ۽ ڪارنامن ۽ ڪلام تي روشني وڌل آهي، پر مخدوم صاحب جهڙي قدآور شخصيت، عظيم بزرگ ۽ مجاهد جي مڪمل سوانح ۽ ڪارنامن ۽ ڪلام جي ذڪر خير لاءِ هڪ ضخيم ۽ مستند ڪتاب جي ضرورت پئي رهي آهي ان ضرورت کي هن زير نظر ڪتاب ۾ ڪنهن حد تائين پورو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ فاضل مصنف مخدوم گرهوڙي رحمة الله عليه جي ولادت، پرورش، قوم، نسل، تعليم، اعليٰ علمي حيثيت ، علمي بحث مباحثا ۽ مناظرا ميرن کي دعا سان حڪومت وٺي ڏيڻ ۽ وري منافقت ۽ مقرر شرطن تي ميرن طرفان عمل نه ڪرڻ ڪري ميرن جي حڪومت جو زوال، ميرن کي هميشه سڪيي رهڻ جي دعا جو اڄ ڏينهن تائين ميرن کي گذران لاءِ ٻني ٻاري جا ٽڪرا آهن. راڙ جي سيدن کي ڪرپ ڏيڻ ۽ ڪامل ڪوريءَ کي فقير ۽ مجاور بنائڻ جنهن ڪري ان خاندان کي عزت ملي. سندن شادين ۽ اولاد جو ذڪر، حضور صلي الله عليه وسلم جن جي

اجازت سان تي عظيم ڪارناما سرانجام ڏيڻ، ڪرامتون، مهنت هندؤ جي پٽ جي ديڳ جو جادوءَ جي زور تي نہ ڪُڌڻ، مهنت جي ڪشتيءَ جا جادوءَ جي زور تي ڪرتوت ۽ مخدوم صاحب طرفان ان کي ختم ڪرڻ، مهنت جي موت جو هترادو طريقو، تصنيفات ۽ روحاني حياتي گذارڻ ۽ ٻين ڪافي ڳالهين کي تاريخي ۽ تحقيقي حوالن ۽ قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ جو نهايت دلچسپ ۽ پرڪشش انداز ۾ پيش ڪيو آهي جيڪي نہ صرف پڙهندڙن جي دلچسپي ۽ شوق مطالعہ جو سبب بنيل آهن بلڪ انهن مان روحاني رازن ۽ علمي نقطن مان ڪافي ڪجهہ حاصل ڪري سگهجي ٿو ۽ انهن جي روشنيءَ ۾ پنهنجي باقي زندگي سڌاري ۽ سنواري سگهجي ٿي.

گرهوڙي صاحب جي هٿ تي بيعت ڪندڙ کي دوزخ کان ڇوٽڪاري جي ضمانت جو اعلان پڻ بيان ٿيل آهي.

مخدوم گرهوڙي رحمت الله عليہ تي هيءُ زير مطالعہ لکيل ڪتاب پڙهندڙن لاءِ نهايت مفيد ثابت ٿيندو ڇوتہ زندگيءَ بابت گرهوڙي صاحب جيڪي پنهنجي علمي، عملي ۽ روحاني حياتي گذارڻ ذريعي

مشاهدا، جذبا، رايا، صلاحون ۽ قول وغيره پيش ڪيا
آهن سي صاف ستري حياتي گذارڻ لاءِ رهنما اصولن
جوڪم ڏيندا. هيءَ ڪتاب نہ صرف لئبررين ۽ ڪتب
خانن جي زينت بڻبو بلڪ دين سان وابستگي رکندڙ هر
مسلمان جي ضرورت ۽ رهنمائيءَ لاءِ موزون رهندو.

## ڪجھہ مصنف جي باري ۾

فاضل مصنف حضرت علامہ مولانا محمد ادريس
ڏاهري صاحب مدظله العالي نقشبندي طريقي جا عالم
حقاني آهن سندن ولادت ١٧ سيپٽمبر ١٩٤٨ع تي
ڳوٺ مقيم ڏاهري تعلقہ دولتپور ۾ ٿي سندن تعليم
مولوي فاضل عربي، فارغ تحصيل درس نظامي، ايم ،
اي اسلاميات ۽ ايم ، اي عربي آهي. پاڻ نهايت سادا
۽ محبت ونڊيندڙ باعمل عالم، اديب، عابد، زاهد ۽
فقيرانہ طبيعت رکندڙ پاڻ ڪي ڪجھہ ڪين سمجھندڙ
آهن سندس هڪ خاص خوبي هي آهي تہ پاڻ رسول
الله صلى الله عليه وسلم جي سنت جا باعمل عالم
آهن "ماڻهن سان رلي ملي وهندا آهن" ۽ پاڻ ڪي

نمايان نہ ڪندا آهن ۽ حقيقت ۾ اها خوبي هڪ وڏي عالم جي نشاني هوندي آهي چاڪاڻ تہ هو ڪهڙي بہ رنگ ڍنگ ۾ رهن پر علم ۽ عمل جي ڪري ماڻهن جي دلين ۾ سندن عزت سمايل هوندي آهي. منهنجي خيال ۾ مولانا صاحب جن سنڌ ۾ هن وقت سنڌي ادب تي سنڌي عالمن ۾ سڀ کان وڌيڪ تيز ۽ گهڻو لکندڙ آهن. مولانا صاحب جن ديني علمن کي عام ڪرڻ ۽ اشاعت لاءِ ديني تعليم جي شمع روشن ڪئي آهي. سندن تقرير ۽ تحرير ۾ وڏو تاثير آهي ۽ ٻڌندڙ سيئي سندن مداح آهن. جيتوڻيڪ مولانا موصوف جون مصروفيتون اڻ ڳڻيون آهن مدرسہ جي شاگردن کي پڙهائڻ، مدرسہ جو انتظام سنڀالڻ، گهرو ۽ خانداني مسئلن کي منهن ڏيڻ، مذهبي جماعتن ۾ ڪم ڪرڻ، وعظ ڪرڻ، فتوائون ڏيڻ، راڄوڻي شرعي لحاظ کان فيصلا ڪرڻ، تبليغ ڪرڻ ۽ ان کانسواءِ ادبي ۽ سماجي خدمتون سرانجام ڏيڻ، سندن اهي گهڻ رخيون مصروفيتون سندن لکڻ تي اثر انداز ٿيڻ گهرجن ليڪن انهن جي باوجود پاڻ نهايت محنت سان لڳاتار لکي رهيا آهن چاڪاڻ تہ وعظ، تبليغ ۽ تحريرون عبادت جو درجو رکن ٿيون ڪنهن ڏاهي چيو آهي:

## " سچي ڳالهہ ترتيب ( تربيت) تي آمنحصر اتم آ سکيا ڏيندڙن جو اثر"

معلوم ائين ٿو ٿئي تہ مولانا ڏاهري صاحب کي گهر کان ئي سٺو ماحول مليو ۽ ڪامل استادن جي تعليم ، تربيت ۽ سکيا ۽ عارفن جي صحبت، محبت ۽ نوراني نظر کين رنگي ڇڏيو. پاڻ اهل قلم، شاعر ۽ بهترين نثر نويس آهن. علم و ادب، تقرير ۽ تحرير ۾ پنهنجو پاڻ مڃرائي چڪا آهن سندن علمي ۽ ادبي خدمتون تعارف جون محتاج نہ آهن. هن وقت جڏهن تہ سنڌيءَ ۾ ديني علوم تي ڪم ڪرڻ وارا نہ هئڻ جي برابر آهن اهڙيءَ دور ۾ علامہ ڏاهري صاحب ١٩٨٢ع کان مسلسل ڪتاب لکي ڇپرائي سنڌي قوم ۽ ادب تي مهرباني فرمائي جيڪو علمي ذخيرو مهيا ڪري رهيا آهن ۽ علمي، ادبي، اصلاحي ۽ تاريخي ڪتاب شايع ڪرائي رهيا آهن ان لاءِ مولوي صاحب جن ڪيرون لهڻيون، هن وقت پاڻ اولياءِ ڪرام جي روحاني، علمي ۽ حقيقي زندگي کي سهيڙي عام ۽ خاص جي آڏو پيش ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪيو اٿن جنهن جي ابتداء مخدوم شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحمة الله عليه جن تي لکيل هن ڪتاب کان ڪئي اٿن. پاڻ هن ڪم کي

مخصوص ميدان چاڙهي ان تي لڳاتار قلم آزمائيءَ جو ارادو رکن ٿا.

سندن قلم جي نوڪ مان پيڻ ڪيترن موضوعن تي ڪتاب ڇپجي ميدان تي اچي چڪا آهن. جن جو تفصيل هن ريت آهي.

(١) مناقب الصالحين

(٢) الاربعين في فضائل الخلفاء الراشدين

(٣) قصيده برده جو شرح

(٤) جام تصوف

(٥) شرح اسماء الله الحسنیٰ

(٦) سيرت بادشاهه بغدادي رحمة الله عليه

(٧) شرح قصيده غوثيه

(٨) تحفة الحجاج

(٩) شرح قصيده نعمان

(١٠) ترجمه: مدح نامه سنڌ

(١١) سيرت صديق اڪبر رضي الله عنه

(١٢) قادري تحفه غوث اعظم واري درود جو ترجمو

(١٣) سيرت سيدنا اويس قرني رضي الله عنه

(١٤) ماڻڪ موتي لعل

(١٥) سيرت حضرت عائشه صديقه رضي الله

تعالیٰ عنها

(١٦) احسن البيان في تفسير القرآن پنج جلد

(١٧) التحرير المقبول في احوال اولاد الرسول - صلى الله عليه وسلم

(١٩) فضائل المسواک ۽ ٻيا ڪتاب

مولانا محمد ادريس ڏاهري مدظله العالي جن جو هي ڪتاب سنڌي ادب جي انمول ۽ قيمتي تحفن مان هڪ ثابت ٿيندو ۽ انشاءالله هن جو دل سان مطالعو ڪندڙ ۽ عمل ڪندڙ جي دل کي تقويت ۽ بلندي بخشي روحاني راحت عطا ڪري منزل مقصود تي رسائيندو. آخر ۾ دعا آهي ته خدا وند ڪريم مولانا صاحب جن کي وڏي عمر ۽ سٺي صحت عطا ڪرڻ فرمائي ته جيئن گلذار سخن ۽ ادب جي ميدان ۾ وڏيڪ گلاب مهڪائي . (آمين)

مخدوم گرهوڙي هي بيت چوندي:

(١) فرزند بيبي فاطمه جا ناحق ڪسن ڪين
وير وتنديسين - پاسو پٽ نه ڪوڙيان

(٢) جي هيءَ مڙهي پڳي ته به فتح اسان جي
پر جي هوءَ مڙهي پڳي ته به فتح اسان جي"

جيءَ مهاڏيو جي مڙهي" جي ڍاهڻ ۽ غير شرعي

ڪمن ڪي بند ڪرائيندي ٧٢ ساٿين سان گڏ حسيني شهادت حاصل ڪئي هئي.

آخر ۾ مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب مد ظله العالي جن جي شخصيت ۽ ڪردار ڪان متاثر ٿيندي شاهه لطيف جي هن شعر:

"ماٺهو سي نه سهڻا پڪي سي نه هنج

ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي"

کي عرض رکجي ٿو.

فقط والسلام

پکهيو رسول بخش گچيراڻي

تعلقو مورو ضلع نوشهرو فيروز

٩ - ۴ - ١۴٢١هه

الموافق - ١٢ - ٧ - ٢٠٠٠ع

فقير عبدالله طاهري نقشبندي

شاهه لطيف ڪالوني نا نگولائن

ڪوٽڙي

تقريظ: ڊاڪٽر مولانا عبدالرسول قادري
دڙي مڪسي سڪرنڊ - ضلع نوابشاهہ

# شريعت ۽ طريقت جو سرواڻ

# مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي

١

شيخ عبدالرحيم گرهوڙي، خواجہ محمد زمان صاحب لنواريءَ واري جو وڏو خليفو ۽ زماني جي وڏن جيد عالمن مان ٿي گذريو آهي. ننڍي هوندي کان وٺي ڪيس ڪتابن پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هو ۽ رفته رفته ايتري قدر علمي تجربو حاصل ڪيو. هئائين، جو انهيءَ وقت ساري سنڌ ۾ ، ٺٽي کان وٺي ملتان تائين جهڙس ڪو عالم ڪونہ هو. مباحثي ۽ مناظري ۾ ايڏو دسترس هوس، جو ڪوبہ مٿس غالب پئجي نہ سگهندو هو.

گرهوڙي صاحب بابت هي خراج تحسين جا لفظ، سنڌ جي وڏي اسڪالر علامہ عمر بن محمد دائود پوٽي جا آهن.

خانبهادر محمد صديق ميمڻ، سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ڪيس هن سهڻن لفظن سان ياد ڪيو آهي:

" مخدوم عبدالرحيم شهيد گرهوڙي تفسير، حديث ۽ فقه جو زبردست عالم ۽ نقشبندي طريقي جو متشرع صوفي هو.... گرهوڙي صاحب جو ڪلام ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي. پهرين ڀاڱو شريعت سان تعلق رکندڙ آهي ۽ ٻيو ڀاڱو طريقت سان هرهڪ شرعي مسئلي کي فنا في الله ۽ فنا في الرسول جي رنگ ۾ رڱيندو ويو آهي".

موجوده دور جي محقق ۽ اديب ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي به ادبي تاريخ ۾ مخدوم گرهوڙي بابت لکيو آهي:

" سنڌ جو هي مجاهد ۽ عالم پنهنجي ڪارنامن جي ڪري گهڻو مشهور آهي... گرهوڙي صاحب کي جهاد جو شوق هو. هو شرڪ ۽ بدعت " سيئه" جو جاني دشمن هو."

مخدوم گرهوڙي جي وڏي همعصر سنڌ جي سدا حيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة فرمايو آهي ته. ڪامل ۽ ڪامياب انسان اهو آهي، جيڪو شريعت محمدي جي صراط مستقيم ۽ طريقت

جي تات طلب ۾ رهي ٿو:[٤١]

ڪر طريقت تڪيو، شريعت سڃاڻ،
هينيون حقيقت هيرتون، ماڳ معرفت ڄاڻ
هوءِ ثابوتي ساڻ، ته پسڻ ڪان پالهو رهين
(شاهه)

مشهور شاعر رحيم بخش "قمر" نواب شاهي مرحوم روايت بڌائيندو هو ته. شهيد گرهوڙي بزرگ، شاهه ڀٽائي جي روحاني ۽ شرعي فڪر انگيز ڪلام ڪان متاثر ٿي چيو ته، شاهه عبداللطيف ڀٽائي تي رب رحمان جون رحمتون هجن، جنهن قرآن حڪيم جي ترجمي ۽ تفسير کي سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي رسالي ۾ سمائي ڇڏيو آهي:

آهي عبداللطيف تي، رضا مندو رحمان
جوڙي جنهن قرآن، سنڌيءَ ۾ سولو ڪيو

گرهوڙي صاحب به طريقت جي طلب سان گڏ شريعت جي شوق ۾ عامل ڪامل انسان هو.

گرهوڙي صاحب شاهه ڀٽائي جي تتبع تي شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو مذڪور پنهنجي ڪلام ۾ هن ريت ڪيو آهي:

تڪ ڏين توحيد ۾، وجهلن وصالت

مون جيڏيون ملير ۾، ڪين ماڪي معرفت
پرتيان پنهواريون پين، شرب شريعت
هادي حقيقت، مولا مونکي ميڙيين

گرهوڙي صاحب جو هي هڪ ئي شعر " هڪ رانجهو، لکن جو مٽ" برابر بيمثال آهي. بهرحال گرهوڙي صاحب جو سمورو ڪلام ۽ شعر و شاعري سون برابر آهي، پر هتي سندس ڪلام ڪي موقعي جي مناسبت سان، شريعت جي آئيني ۾ پرکيندا سون ته سندس ڪلام عقائد اهل السنت والجماعت جو نچوڙ آهي ۽ پاڻ خود حديث جي حوالي سان فرمائي ٿو ته: وڏي ۾ وڏي جماعت اهلسنت جي پيروي ڪيو:

" عليڪم بالسواد الاعظم، تيلانهه ڏس ڏناء
لکين مرڪن لاڏڪا، تنهنجي طريقاءِ

اسان هتي جماعت اهلسنت جي صحيح ۽ اهم عقيدن جي شاهدي، گرهوڙي صاحب جي ڪلام جي روشني ۾ پيش ڪريون ٿا:

## توحيد جو عقيدو:

گرهوڙي صاحب الله تعالىٰ جي توحيد ۽ هيڪڙائي بابت چوي ٿو:

الله آهي هيڪڙو، جهڙس ڪونهِ ڪَهن
آهي پاڪ سڀني کان ۽ پُڻ ڪنان طرفن،
وَحدَهٗ واحد ڏٺي، منجهه ذاتِ ۽ صِفتن

---

اوڏو تي الف ڪي، نسبت نهاريج
منجهيون ڏنَ ڏاريج، جتي سَاهڙ سوجهرو

رسالت جو عقيدو:

الله تعاليٰ جي پياري پيغمبر حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم جي رسالت جو هن ريت اعلان ڪري ٿو:

مُحَمَّدُ مولىٰ موڪليو، ڏيئي نِياپا
ڌ سُهڻي سَمجهي تِنهن ڪان، سُونهن آسونها

---

ربارو رحمان جو، محمّد موچارو،
محمّد ڏاران ملڪ ۾، اوندهه آيا ڪو،
سيد سَندي سُونهن ري، مِڙيئي مَردودو

## نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جي نور هجڻ جو عقيدو:

سهڻو نبي الله تعاليٰ جو نور آهي:

اللهُ سارو اوجرو، محمّدُ نُور نِيات
نور صفاتي سوجهرو، ذات نسوري ذات

---

اندر باهر احمدي، نوريءَ نظارا

---

نوريءَ سندي نور ري، ڪونهي قبوليو
محمّد ذاران مُلڪ ۾ اُوندهه اياڳو

## خاتم النبيين هجڻ جو عقيدو:

کرهوڙي صاحب چوي ٿو ته پهريون نبي آدم عليه السلام ۽ الله تعاليٰ جو آخري نبي محمد صلي الله عليه وسلم آهي:

اول آدم اُن جو، آخر محمّدا
هُو ابو انسانن جو، هيءَ عالم اِماما

## حيات النبي هجڻ جو عقيدو:

کرهوڙي صاحب جو عقيدو آهي ته الله جا نبي

زنده آهن، رڳو هن ظاهري دنيا مان هلي، حقيقي محبوب سان وڃي ملندا آهن:

مـوتُ نبين ناهِ کو، مگر لاڏاٿا
واجب ادب تن جو ۽ پڻ تعظيما

## جسماني معراج جو عقيدو:

نبي پاڪ جو جسماني معراج ماڻڻ حق آهي:

تہ عرش احمد لنگهيو، نيٺين ننڊ نہ ڪِياءِ
لالڻ لامکان ۾، پربن پير پياءِ
سُڄاتائين ان سِرَّ کي، پَري ٿيا پَردا،
اندر باهر اڪيين پِيتا پيالا،
رُوح رحمت ڳڌيو، جُسي جَشن ڪِياءِ
مرڪزُ مڙني حڪمتين، احمد ٿيو عَطاءِ،
تنتي تو پير پيا، جِتي جاءِ نہ مباءِ
نہ ڪو نبي جت رسيو، نہ ملڪ ماڳ ڪياءِ
سِرُّ سُڄاتو سُپربن، پري ٿيا پردا

## شفاعت ۽ لواءِ حمد جو صاحب:

نبي پاڪ شفيع آهي، سندس شفاعت برحق آهي ۽ لواءِ حمد بہ حضور جن کي ملندو:

ڏورج سونهن " شفيع " جي، چوڏس چوڌارا،
مونکي حمدُ کُلّ جو، توکي حمدُ لِواءِ

## علم غيب عطا ٿيڻ جو عقيدو:

حضور صلى الله عليه وسلم کي زمين،آسمان ۽ ڪائنات جو علم عطا ٿيل آهي:

ڪُنجيون قدرتَ مون ڏنيون، تو هٿ حبيبا!
عِلم اُپ زمين جا، اَحمد ٿيا عطا

## ساقي ڪوثر:

نبي پاڪ ساقي ڪوثر آهي :

ايڏو ڏاڻ نہ ٻي ڪنهن ڏِنم، توري ڪِنهن ڪان،
تُون سَاقي انهي سَرَ جو، وينو وِير وِلاهہ

## محمدڪارڻي:

ڪائنات جو چرخو حضور جن جي ڪري هلي ٿو:

اُپ پِون عَرش ڪُرسي،ماٿهو جِنَ مَلڪا
تارِيءَ تنهنجي مُون پرين، هَلن همیشا
ڳجها پڌرا جي ٿيا، ڪِہ اجان ڪِي ٿيندا
اَصلُ تن، تون پرين، ٻيا هوءِ پاڇو يا

## عشق رسول صلی اللہ علیہ وسلم:

محبوب نبي جي محبت ۽ عشق رسول کانسواءِ علم به اڻ پورو ۽ رتي برابر به راس نه آهي:

" رتي علم نه راس، نِرمل تُنهنجي نينهن ري"

## چار يار ۽ اصحابي سڳورا:

اونداهي ۾ سوجهرو، نبي نشاني
تارا يار رسول جا سچا صمداني

---

آل اصحابي تنه سندا، ڏٺا ڏيهه ڏٺين،
آيتون قُرآن جون، سَنيُون سي سَمجهن

---

مجلسي محبوب جا، اُوين مَحبوبيا

## ولهين جو وسيلو:

نبي پاڪ ولهين جو وسيلو آهي. سندس پاڪ نالي جي وسيلي حضرت آدم عليه السلام جي توبهه قبول ٿي ۽ ملائڪن، حضرت آدم ۾ سمايل حضور جي نور جي ڪري سجدو ڪيو. نوح نبي جي طوفان مان ٻيڙي تري.

حضرت ابراهيم عليه السلام جي سائڻ وارو آڙاهہ سندس وسيلي اجهاڻو ۽ حضرت موسیٰ عليه السلام نيل درياءَ بہ سندس وسيلي پار ڪيو:

مَلَڪَن آدم مَڃيو، سَيِّد جي سببا
پيڙي طوفان نِڳِي، نرمل جي نظرا
احمد، ابراهيم ۾ آڙاهہ اُجهاياءِ
بَحرُ موسیٰ مڃيو سَاجَنَ جي ساجاءِ

## عشق رسول صلی اللّٰه عليه وسلم

گرهوڙي صاحب امام بوصيري جي جڳ مشهور قصيدي برده شريف جي شعر "اَمِنۡ تَذَکُّرِ جِيۡرانٍ بِذِي سلم" کي پنهنجي حقيقت محمدي واري ڪلام ۾ تمثيل طور آڻي، پنهنجي دل جي ڪيفيت ۽ عشق رسول جي حقيقت جي اپٽار هن ريت ڪئي آهي:

سِڄهيس سڪ سانيهہ جي ويتر پاڙيچاءِ
"اَمِنۡ تَذَکُّرِ جيران بذي سلم" حالُ مُنهنجو ماءِ
جَنين قُربُ ڪَندن سين، مَڃُر ماڻڻ لاءِ
پَکُرَ پِياکو سُپرين، سانگي "سلم" جاءِ
جِهجان جهوريءَ تن جي، ڳلن سِر ڳوڙهاءِ

وري پاڙي پريان، ڪنهن پَر مِـــڙان مـــاء
ساريو سُـــپـــرين ڪي قـــاتان فِـــرا قـــاء
مـولئ مـيـرِ غريبَ کي، مِـنـو مَـحـبُـوباء

### مڪو ۽ مدينو:

محبوب نبي جا متا شهر مڪو شريف ۽ مدينو منور ، حضور جي نور سان پرپور ۽ سيد جي سرهاڻ سان واسيل آهن:

" مڪو مدينو مشڪ سين پرين پرکيا"

### شريعت ۽ طريقت:

گرهوڙي صاحب سالڪ کي تلقين ڪندي چوي ٿو ته جي گهرين اهلِ الله ٿي، پرين جو ديدار ڪيان، ته طريقت سان گڏ شريعت تي ثابت قدم رهه. شريعت کانسواءِ ڪوبه امتي منزل مقصود تي نه پهتو آهي:

جَان پـانئين جوڳي ٿيـان، پسـان پرينءَ کي،
ثابتُ رَهه شـــريعتَ تي، تَنْ طَريقت ڏي،
آديـسـي اُنَ رِي، ڪـونـہ رَسـي ڪـابُـول کـي

### خدائي فرض:

گرهوڙي صاحب خدا جي فرض جي ادائگي ۽ شرع

مخمدي جي پابنديءَ تي زور ڏيندي ڏس ٿو ڏئي ته:

فرضُ گُذارج رَبَّ جو ، کنهن سين ڪَج مَ منڊِي
جيڪي شَرَعَ ڪَنڊِي، سوئي مَجُ مَتي اُتي

## بدعت کان بيزاري:

شريعت تي ثابت رهڻ ۽ طريقت جي تار ترڻ سان گڏوگڏ گرهوڙي صاحب چوي ٿو ته، سالڪ کي بيڇڙن ڪمن ۽ بدعت کان به بيزار ٿيڻ لازم آهي:

عِلم اَصلُ چار، پڙهي پڙهبو ڪيترو،
ٻولي ٻُڌڻ، دل پُڇڻ، بِدعتان بيزار،
سَرهو جنهن سردارُ، تنهن چيلي چِندا نه ٿئي.

## پرينءَ جي پيروي بابت دعا

گرهوڙي صاحب دعا ٿو گهري ته ، الله تعالىٰ سيني کي مٺي محمد صلى الله عليه وسلم جو سچو مذهب ۽ پيروي نصيب ڪري:

موليٰ مڙني نصيب ڪرين، مُحَمَّدُ مذهبَا!

مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي شهيد جي سوانح ۽ ڪلام مان ظاهر آهي ته، گرهوڙي صاحب عالم

باعمل، مجاهد، رياضت ۽ مجاهدو ڪندڙ، عاشق رسول، شريعت جو پابند، طريقت جو تارو، معرفت جو مجاهد ۽ حقيقت حال جو صاحب هو.

طالب العلم
عبدالرسول قادري
دڙي مڪسي، سڪرنڊ -
ضلعو نوابشاه، سنڌ

تاريخ ٧ صفر ١٤٢١ هه
١٢ مئي ٢٠٠٠ ع

# پنهنجي پاران

نحمده ونصلي علىٰ رسوله الكريم اما بعد

سنڌ سونهاري جي سهڻي سرزمين جن عظيم فرزندن کي جنم ڏنو آهي انهن مان هڪ شاندار شخصيت حضرت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي عليه الرحمة به آهي. جيڪو ظاهر توڙي باطني علمن جو وڏو عالم هجڻ سان گڏ سلطان الاولياء حضرت خواجه محمد زمان عليه الرحمة جي خليفن ۾ نهايت اهم مقام تي فائز، حق چوڻ ۾ ڪنهن کان به نه ڪيٻائيندڙ، جذبهٔ جهاد سان سرشار بزرگ هو. سندس سوانح حيات تي وڏن وڏن اديبن، مؤرخن قلم هلايو آهي. مون به سندس محبن ۽ خلوص سان عقيدتمندن ۾ نالو ڳڻائڻ لاءِ به اکر لکي ناظرين ڪرام کي سندن سوانح حيات تازي ڪرائڻ جي سعادت حاصل ڪئي آهي. رب العزت جل شانه جي بارگاهه ۾ ملتجي آهيان ته مون عاجز جا هي لکيل ٻه اکر قبول ڪري ۽ پنهنجن ڪاملن ٻانهن جي فيوضات ۽ برڪات

سان محظوظ فرمائي.

آمين يا الله العالمين. بحرمة سيد المرسلين سيدنا محمد عليه وعلیٰ آله واصحابه الصلوات والتسليمات الیٰ يوم الدين. فقط

دعائن جو طالب

محمد ادريس ڈاهري

عفي عنه

٢١ ذوالقعده ١٤٢٠هـ

الموافق ٢٨ فيبروري ٢٠٠٠ع

# نالو مبارڪ

حضرت ڳرھوڙي عليه الرحمة جو نالو عبدالرحيم آھي ۽ اھڙا نالا الله جل جلالہ کي پسند ۽ پيارا آھن ڇوتہ جنھن نالي ۾ عبد جي نسبت الله جل شانه جي اسم ذات يا صفاتي اسماء ڏي ھوندي آھي. اھو مالڪ جو محبوب نالو ھوندو آھي. جيئن مسلم شريف ۾ حضرت ابن عمر رضي الله عنھما کان روايت آھي تہ نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن فرمايو "اِنَّ اَحَبَّ اَسْمَاءِكُمْ اِلَى اللهِ عَبْدُاللهِ وَعَبْدُالرَّحْمَانِ. اوھان جي نالن مان الله وٽ وڌيڪ پيارا نالا عبدالله ۽ عبدالرحمان آھن ۽ پلانالا رکڻ جو حڪم بہ آھي امام احمد ۽ ابوداؤد حضرت ابودرداء رضي الله تعاليٰ عنه کان روايت آندي آھي تہ نبي ڪريم عليہ الصلواة والسلام جن فرمايو "تُدْعَوْنَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ بِاَسْمَاءِكُمْ وَاَسْمَاءِ آبَاءِكُمْ فَاَحْسِنُوْا اَسْمَاءَكُمْ "۱" يعني اوھان قيامت جي ڏينھن پنھنجن نالن ۽ پنھنجن ابن ڏاڏن جي

(۱) مشڪواة المصابيح باب الاسامي صفحہ ۲۰۷

نالن سان سڏيا ويندؤ پوءِ پنهنجا نالا سهڻا رکو.

## والدين سڳورا

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي والد جو نالو سعد الله ۽ وڏي ڏاڏي جو نالو مُوسيٰ هو جنهن ڪري سندس پاڙو "مـوسيٰ جا" سـڏيو ويندو هو. سندس والده سڳوري بہ سندس شهادت تائين زنده هئي پر ان جو نالو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي.

## ولادت باسعادت

سندن ڄمڻ جي تاريخ قطعي طور معلوم ناهي مگر جڏهن تہ سندس شـهـادت سن ۱۱۹۲ هـ ۾ ٿي هئي ۽ ان وقت سندس عـمـر چاليهہ (۴۰) سال هئي ان ڪري سندس ولادت غالبـاً سنہ ۱۱۵۲هـ ڌاري ٿي هوندي.

## جمڻ جو هنڌ

پاڻ ڪٿي ڄائو هو؟ ان ۾ ٻه قـــول آهن ١. تـہ خيرپور ضلع جي مشهور شهر راڻي پور ۾ ٢ . تہ سانگهڙ ضلع جي کپري تعلقي جي واڙ نالي ڳوٺ ۾. محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تحقيق اهو آهي.(١)

## قوم ۽ نسل

ڄاڻڻ گهرجي تہ الله جل جلالہ جي دربار ۾ اهميت تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ کي آهي قومون، قبيلا ۽ ذاتيون صرف سڃاڻپ جو ذريعو آهن. قرآن پاڪ ۾ فرمان عالي شان آهي " يَاأَيُّهَاالنَّاسُ إِنَّا خَلَقْنٰكُمْ مِنْ ذَكَرٍ وَّ اُنْثٰى وَجَعَلْنَاكُمْ شُعُوْبًا وَّقَبَائِلَ لِتَعَارَفُوْا إِنَّ اَكْرَمَكُمْ عِنْدَاللهِ اَتْقَاكُمْ إِنَّ اللهَ عَلِيْمٌ خَبِيْرٌ"(٢)

اي انسانو! اسان اوهان کي هڪ مرد ۽ عورت مان پيدا ڪيو آهي ۽ اوهان کي ٽولا ۽ قبيلا بنايو

(١) تذڪرة اولياء سنڌ صفحه ١١٤ (٢) سورة الحجرات آيت ١٣

اٿئون تانت هڪ ٻئي کي سچاٿو يقينًا اوهان مان الله وٽ وڏيڪ عزت وارو (اهو آهي) جيڪواوهان مان وڏيڪ پرهيزگار آهي يقينًا الله گهڻو ڄاڻندڙ، وڏيڪ خبر رکندڙ آهي. ان جي ڪري صرف ذات تي زور نہ ڏجي پر الله جل جلالہ جي هن فرمان پاڪ کي ذهن ۾ رکي تقويٰ اختيار ڪجي شرعي حدود کي نگاهن ۾ رکي عمل ڪندي زندگي گذارجي. حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة قوم ۽ ذات جي لحاظ سان مگريو آهي، ان قوم کي مگريو سڏڻ جو سبب ڊاڪٽر داؤد پوٽي هي لکيو آهي تہ: راجپوتانا جي رڻ پٽ ۾ هڪ ننڍي رياست هئي، جنهن تي باجيراء نالي هڪ هندو راجا حڪومت ڪندو هو. شاديءَ ڪرڻ کان پوءِ جڏهن سندس راڻي "نيامت" کي پيٽ ۾ بار ٿيو تہ پورن پنجن مهينن جي عرصي گذرڻ کان پوءِ ان راڻيءَ جي پيٽ مان ڪلمہ طيبہ جي پهرئين حصي "لاالہ الا الله" جو آواز اچڻ لڳو ان غيبي ۽ غيرمعمولي آواز اچڻ جي ڪري راجا ۽ سندس راڻي حيران ۽ پريشان ٿيا ۽ جيئن جيئن وقت گذرندو رهيو تيئن اهو آواز بہ وڌندو رهيو مجبورًا راجا

اهو راز پنهنجن منتر هٽندڙن ۽ پانيٽن جي اڳيان ظاهر ڪري ڪانئن صلاح مشورو ورتو انهن گهڻي غور ۽ ويچار ڪان پوءِ ڪيس چيو تہ جيڪڏهن اهو ٻار صحيح سلامت جائو تہ اسلامي راڄ قائم ڪندو مشورو اهو آهي تہ ان کي ڄمڻ کان اڳي ختم ڪيو وڃي.

## ٻار کي ڪيئن ختم ڪجي؟

راجا صاحب ان مشوري ملڻ ڪان پوءِ ڪين چيو تہ پيٽ واري ٻار کي ڪيئن ختم ڪجي؟ گهڻي سوچ ۽ ويچار بعد فيصلو اهو ڪيو ويو تہ ان راڻيءَ کي ٻئي ٻاهر ۾ وجهي ساڙي ڇڏجي تہ نہ راڻي رهندي نہ اندر وارو ٻار بچندو. ان فيصلي تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪانئن جو وڏو وير ڪري راڻي کي ان جي چوٽيءَ تي ويهاري ٻاهر لڳائي وئي جڏهن اها ٻاهر راڻيءَ کي چوڌاري وڪوڙي وئي ۽ ماڻهن سمجهيو تہ راڻيءَ ۽ سندس پيٽ وارو ٻار سڙي ختم ٿي ويا هوندا تڏهن اهو پيٽ وارو ٻار راڻيءَ جي پيٽ مان نڪري پڙڪو ڪائي اچي ٻاهر پٽ تي

ڪريو ۽ ڪرڻ شرط چيائين "محمد رسول الله" (صلی الله تعالیٰ عليه وسلم) اهو قدرتي ڪرشمو ڏسي ماڻهو وڏيڪ حيرت ۾ پيا. ڪن جو خيال هو ته ٻار کي وري ٻاهر ۾ وجهي ساڙي ڇڏجي مگر راجا ۽ سندس صلاحڪار دڄي ويا ۽ چوڻ لڳا ته جيڪو ٻار ايڏي وڏي آڙاهه مان به صحيح سلامت نڪري آيو آهي ان ۾ ڪووڏو اسرار آهي ۽ هاڻي ان کي تنگ ڪرڻ سان راجا کي ڪو نقصان نه پهچي پوءِ راجا صاحب ان ڇوڪري جو "مگرراءِ" (۱) نالو رکي ان کيٌ اتي موجود چانهيا قوم جي حوالي ڪيو ۽ کين چيائين ته: هي نينگر مسلمان تو ڏسجي اوهين وجي ان کي سنڀاليو ۽ سندس پالنا ۽ پرورش جي عيوض انهن کي جاڳيرون عطا ڪيائين.

## مگرراءِ جو احوال

اڄ ڪلهه صبحاڻي وڏو اهو مگر راءِ جڏهن بالغ

(۱) مگر معنیٰ ٻاهه

ٿيو، شادي ڪيائين تہ ڪيس ٽي پٽ ڄاوا، جن مان وڏي جو نالو ساهڙ هو. ان ساهڙ جڏهن شادي ڪئي تہ ان کي هڪ پٽ ۽ هڪ نياڻي ٿي پٽ جو نالو بکيو هو، نياڻيءَ جو نالو معلوم ناهي. بکيي جي دور ۾ سندس ڏاڏي مگر راءِ لاءِ ڏنل جاگيرون کسجي ويون.

## جاگيرن جي واپسي

قرآن پاڪ ۽ نبوي احاديث (علیٰ قائلها الصلوات والتسليمات) جي روشنيءَ ۾ الله جل شانه جي ٻانهن کان ڪرامات جو ظاهر ٿيڻ ممڪن بلڪ واقع آهي جيئن ان جو تفصيلي تحقيق مون گنهگار جي لکيل تفسير احسن البيان ص۸۸ ج ۲ تي موجود آهي.

الله جل جلاله جي ڪرم سان بکيي ۽ سندس پيڻ کان بہ ڪرامتون صادر ٿينديون رهيون. جڏهن ڪين مليل جاگيرون وقت جي راجا کسيون ۽ گهرڻ تي بہ واپس نہ ڪيون تڏهن ٻنهي ڀاءُ ۽ ڀيڻ صلاح ڪري راجا کي چوراڻي موڪليو تہ جيڪڏهن ڪسيل جاگيرون واپس

نہ ڏيندين تہ زوريءَ ورتيسون ويندين جڏهن راجا هٺ نہ ڇڏيو جاگيرون واپس ڪرڻ کان انڪار ڪري ويهي رهيو تڏهن بڪيي جي پيڻ جيڪا وڏيڪ ڪمائيءَ واري هئي تنهن ياءُ کي چيو تہ:تون راجا کي ڪاني هڻ جي اڻ ميجي تہ مان ٿي ڪٺان پر جيڪڏهن مون ڪاني هنئي تہ توکان نہ کڄندي.

## بڪيي جي ڪاني

پيڻ جي ڳالهہ ٻڌي بڪيي سُٽ جي هڪ ديري ڪٽي راجا جي قلعي تي اڇلائي تہ سڄو قلعو لڏڻ لڳو ۽ هڪ هنڌ ان ڦاٽي پيو اها حالت ڏسي راجا ۽ سندس صلاحڪار ڊڄي ويا ۽ بڪيي ۽ سندس پيڻ کان ڪسيل جاگيرون ڪين واپس ڪري ڏنائون. اها ڪاني تہ واپس ورتي وئي پر ان قلعي ۾ اهو ڦاٽ قائم رهيو بڪيو ۽ سندس پيڻ انهن جاگيرن جي پيدائش تي گذران ڪرڻ لڳا ۽ اهي جاگيرون آهستي آهستي ورهائجي ويون ۽ ان طرح مگر يا قوم جو بنياد پيو.

## مگريا قوم جي سنڌ ۾ آمد

ڪجهه زماني گذرڻ کان پوءِ مگر راءِ جي اولاد مان ڪجهه ماڻهو پنهنجن رياستن جي علائقن کان لڏي جيسلمير ڇڏي اچي شاهه ڳڙهه ۾ رهيا ۽ اتاهين به منتقل ٿيندي سنڌ ۾ پهتا ۽ پهريان سنڌن رهڻ راڻي پور، ضلع خيرپور ميرس ۾ ٿيو. (١)

## ضلع مير پور خاص ۾ آمد

راڻي پور ۾ ڪجهه وقت رهڻ کان پوءِ وري سفر ڪري ضلع ميرپور خاص ۾ آيا پر جاءِ کهڙيءَ ۾ رهيا ان جو پورو يقيني پتو نه ٿو پوي ايترو معلوم ٿئي ٿو ته گرهوڙي گهوٽ عليه الرحمة جي والد جو گهر ڪنڏڙي ريلوي لائن جي اوير طرف هوندو هو ۽ پاڻ اتي ڪيترو رهيا؟ لڳي ٿو ته پاڻ نندپڻ وارو دور ان علائقي ۾ رهيا هوندا ۽ سندن پڙهڻ به ميرپورخاص ضلع ۾ اچڻ کان

(١) مقدمه ڪلام گرهوڙي صفحه ١٠

پوءِ ٿيو هو.

## شرعي علوم جي تحصيل

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته شرعي علم حاصل ڪرڻ نهايت ضروري آهي ڇوته ان سان ئي حلال، حرام، جائز ناجائز، ڀلي ۽ بري ڪم جي خبر پوي ٿي ۽ شرعي علوم جي حاصل ڪندڙن جو الله تعالىٰ قرآن ڪريم ۾ شان بيان ڪيو آهي. فرمان مبارڪ آهي "يَرْفَعِ اللهُ الَّذِيْنَ آمَنُوْا مِنْكُمْ وَالَّذِيْنَ أُوْتُوا الْعِلْمَ دَرَجَاتٍ" (١) الله اوهان مان انهن کي جن ايمان آندو ۽ جيڪي علم ڏنا ويا درجن ۾ بلند ڪري ٿو.

مطلب ته اهل ايمان جا درجا غير اهل ايمان کان ۽ اهل علم جا درجا غير عالمن کان بلند آهن جنهن جو مطلب هي آهي ته ايمان سان گڏ ديني علوم حاصل ڪرڻ وڏيڪ درجات جي بلنديءَ جو باعث آهي. ٻي آيت ۾ ارشاد آهي. " هَلْ يَسْتَوِي الَّذِيْنَ يَعْلَمُوْنَ وَالَّذِيْنَ

(١) سورة المجادلة آيت ١١

لَايَعْلَمُوْنَ" (١) ڇا اهي شخص جيڪي علم رکن ٿا ۽ اهي جيڪي علم نٿا رکن برابر آهن؟

مطلب تہ برابر ناهن ۽ حضرت حبيب ڪريم عليه الصلوٰة والسلام جن جون ڪيترِيون حديثون مبارڪه بہ علم دين جي فضائل، برڪتن ۽ ڀلاين سان ڀريل آهن جن مان ڪجهہ هتي لکجن ٿيون . ١۔ ابوداؤد ، ترمذي، ابن حبان ابن ماجہ ۽ حاڪم حضرت ابودرداءؓ رضي الله عنه کان روايت آندي آهي تہ مون کي رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو: مَنْ سَلَکَ طَرِيْقًا يَلْتَمِسُ فِيْهِ عِلْمًا سَهَّلَ اللهُ لَهٗ طَرِيْقًا اِلَى الْجَنَّةِ وَاِنَّ الْمَلَآئِكَةَ لَتَضَعُ اَجْنِحَتَهَا لِطَالِبِ الْعِلْمِ رِضًا بِمَا يَصْنَعُ وَاِنَّ الْعَالِمَ يَسْتَغْفِرُ لَهٗ مَنْ فِي السَّمَاوَاتِ وَمَنْ فِي الْاَرْضِ حَتَّى الْحِيْتَانِ فِي الْمَاءِ وَفَضْلُ الْعَالِمِ عَلَى الْعَابِدِ كَفَضْلِ الْقَمَرِ عَلَى الْكَوْكَبِ وَاِنَّ الْعُلَمَاءَ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءِ اِنَّ الْاَنْبِيَاءَ لَمْ يُوَرِّثُوْا دِيْنَارًا وَّلَادِرْهَمًا اِنَّمَا وَرَّثُوا الْعِلْمَ فَمَنْ اَخَذَهٗ اَخَذَ بِحَظٍّ وَافِرٍ" يعني جنهن شخص اهڙو رستو ورتو جنهن ۾ علم جي طلب ڪري ٿو تہ الله ان جي لاءِ جنت ڏانهن

(١) سورة الزمر آيت ٩

رستو سولو ڪري ٿو ۽ يقينًا ملائڪ پنهنجا پر علم جي طالب لاءِ (زمين تي) وڇائين ٿا جيڪو ڪجهه ڪري ٿو انکان رضامندي ڏيکارڻ لاءِ ۽ بلاشڪ آسمانن ۽ زمينن وارا تانجو پاڻيءَ پرهنڌڙ مڇيون سڀ عالم جي لاءِ الله تعالىٰ کان مغفرت طلب ڪن ٿا ۽ عالم عابد کان ائين پلو آهي جيئن چنڊ تارن کان ۽ بلاشڪ علماء، انبياء (عليهم الصلواة والسلام) جا وارث آهن ۽ يقينًا نبين (عليهم الصلواة والسلام) دينار ۽ درهم حو ڪنهن کي وارث نه بنايو آهي صرف علم جو وارث بنايو آهي پوءِ جنهن ان علم کي ورتو ان (نبين عليهم الصلواة والسلام جي) (ورثي مان) پورو پورو حصو ورتو.

٢ـ بخاري ۽ مسلم حضرت امير معاويه رضي الله عنه کان روايت آندي آهي ته رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو " مَنْ يُّرِدِ اللهُ بِهٖ خَيْرًا يُفَقِّهْهُ فِي الدِّيْنِ" الله تعالىٰ جنهن سان ڀلائي ڪرڻ جو ارادو فرمائيندو آهي ته ان کي دين ۾ فقيه بنائيندو آهي.

٣ـ مسلم شريف ۾ حضرت ابوهريرة رضي الله عنه

ڪان روايت آهي تہ رسول الله صلى الله عليه وسلم جن فرمايو " اِذَامَاتَ ابْنُ آدَمَ اِنْقَطَعَ عَنْهُ عَمَلُهٗ اِلاَّ مِنْ ثَلاَثٍ صَدَقَةٍ جَارِيَةٍ اَوْعِلْمٍ يُنْتَفَعُ بِهٖ اَوْوَلَدٍ صَالِحٍ يَدْعُوْلَهٗ (١) جڏهن انسان مري ويندو تہ ان ڪان سندس عمل ڪٽجي ويندو، مگر ٽن شخصن(جي عمل جو درجو سندن مرڻ ڪان پوءِ بہ جاري رهندو) جاري رهندڙ صدقو يا اهڙو علم جنهن مان نفعو حاصل ٿيندو رهي يا صالح اولاد جيڪو سندس لاءِ دعا ڪندو رهي مطلب تہ ديني علم جي وڏي اهميت آهي.

## علم جا قسم

برصغير جي مشهور محدث حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي عليه الرحمة جي فرزند علامه نور الحق عليه الرحمة صحيح بخاري شريف جي مختصر شرح ۾ لکيو آهي تہ " معلومات سان تعلق جي لحاظ سان علم ٽي قسم آهي ١. پهريون شريعت جو علم يعني

(١) اورد الاحاديث الثلاثة في مقدمة جواهر العقدين صفحہ ۴

جن ڪمن جي انسان عاقل، بالغ کي تڪليف ڏني وئي آهي پوءِ اهو واجبات ۽ مندوبات جو علم هجي يا محرمات ۽ مڪروهات' جو علم ۽ انهن ڪمن جي علم جو تعلق تفسير حديث، فقه ۽ اصول فقه سان آهي. ٢. علم باطن ۽ اهو (روحاني) تجليءَ جي ذريعي رذيلن ڳالهين کان اخلاق کي صاف ڪرڻ ۽ ڪمال وارين صفات جي تجليءَ ذريعي قلب جي صفائي جو اعلىٰ مقامات تي بلند ٿيڻ جو نالو آهي ۽ برگزيدن ۽ باطن جي علماء جي فتويٰ موجب اهو علم حاصل ڪرڻ فرض عين آهي. ٣ - مڪاشفات جو علم - جيڪو ٻنهي مذڪوره علمن جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ الله تعالىٰ جي فضل سان حاصل ٿيندو آهي ۽ اهو هڪ قسم جو نور آهي جيڪو عمل ۾ اخلاص ۽ تزڪيهٔ قلب کان پوءِ دل ۾ ظاهر ٿيندو آهي ۽ ان سان الله جل شانه جي معرفت حاصل ٿيندي آهي. (١) حضرت مخدوم گرهوڙي عليه الرحمة به ان علم جي نعمت سان مالامال هو. پاڻ ظاهري علم جي ولايت جو بادشاهه هو ڪيس ظاهري

(١) تيسير القاري ص ٤٠ جلد ١

علوم تي وڏي دسترس حاصل هئي حديث، فقه تصوف جو نهايت ماهر بلڪ بي پايان سمنڊ هو.

## ڪتي پڙهيو

ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي دور ۾ سانگهڙ ضلع جو هڪ ڳوٺ چوٽيارون ديني علوم حاصل ڪرڻ جو وڏو مرڪز هو ۽ ان وقت جو مشهور عالم ۽ بزرگ حضرت ميون مبين عليه الرحمة ان مدرسي جو سرپرست اعلىٰ ۽ صدر مدرس هو حضرت گرهوڙي عليه الرحمة ان کان اصول ۽ فروع جو علم پڙهي سيني هڪ جيڏن کان گوء ڪٽي ويو. ڪيس ننڍي هوندي کان ئي ڪتابن پڙهڻ سان پيار هوندو هو. حضرت گرهوڙي شهيد عليه الرحمة کي پنهنجي پياري، مشفق ۽ مهربان استاد، حضرت علامه و مولانا ميان محمد مبين عليه الرحمة جي ذات، جميل صفات سان گهڻي محبت هوندي هئي سندن عزت ۽ احترام گهڻو ڪندو هو ۽ ڪين "بابو" سڏيندو هو.

## زبان فيض ترجمان مان نڪتل الفاظ جو اثر

ڊاڪٽر دائو پوٽي صاحب لکيو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪو خطرو محسوس ٿيندو هو ۽ حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة وٽ دعا طلبي لاءِ ايندو هو تہ پاڻ انکي فرمائيندو هو تہ: ان سامهون اچڻ واري خطري کي هن طرح منهنجا سلام چئجانءِ: ميين عبدالرحيم پٽ ميين مبين، ميين مبين پٽ رعد جي سلام چيا اٿئي. اي خطرا! هليو وڃ۔ ان نياپي ملڻ سان خطرو دفع ٿي ويندو. (١)

## ميين مبين عليہ الرحمة جي صوفياءِ ڪرام سان صحبت

سنڌ سونهاريءَ جي ناميارِي اديب، ليکڪ ۽ محقق عالم، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ مدظلہ العالي جن

(١) مقدمہ ڪلام گرهوڙي ص ١١

لکيو آهي تہ ميون محمد مبين ٺٽائي مخدوم محمدهاشم (ٺٽوي عليه الرحمة) جو همعصر دوست ۽ پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ درسگاھ چوٽياروں (ضلع سانگھڙ) جو باني هو (اها درسگاھ ڪانئس پوءِ وڏي اوج کي پهتي شاھ صاحب حضرت عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة) اڪثر سانوڻ جي مند ۾ وٽس ايندو هو. هڪ ڀيري گڏجي ماني کاڌائون ۽ پوءِ صحبت ۾ جو وينا تہ گهڻو وقت ويهي ويا ۽ ڪافي دير ٿي وئي صحبت کان فارغ ٿي جڏهن شاھ صاحب عليه الرحمة موڪلايو تہ ميين مبين عليه الرحمة کيس چيو تہ "جهڙ ڦڙ آهي ترسي پئو" شاھ صاحب عليه الرحمة جواب ۾ چيو تہ:

ع ـ رداء جا رضاجي سا اوڇڻ آديسين

ان کان پوءِ شاھ صاحب ميين مبين عليه الرحمة کان موڪلائي روانو ٿيو (١)

---

(١) شاھ جي رسالہ جي شرح جو مقدمہ ص ٥٦ ج ١

# ڪشف جي ڪيفيت

هڪ ڀيري حضرت گرهوڙي عليه الرحمة اتر طرف چوٽياريون جي ڳوٺ ڏانهن منهن ڪري زور سان چئي رهيو هو ميان ميين! ڪوپرو؟ ميان ميين ڪوپرو؟ ته ٿوريئي وقت ۾ ميون ميين عليه الرحمة اچي تشريف فرما ٿيو. سندس مجلس ۾ موجود ماڻهن ڀهريان ائين سمجهيو ته شايد حضرت گرهوڙي صاحب کي ڏونگهين جي ضرورت هئي جن لاءِ پنهنجي استاد مڪرم، حضرت ميين ميين عليه الرحمة کي عرض ڪري رهيو هو مگر پوءِ ميين ميين عليه الرحمة کان معلوم ٿيو ته گرهوڙي صاحب (ڪشف جي ذريعي مون کي ڏسي) پڇي رهيو هو ته خداوند ڪريم، ذوالجلال والاڪرام جو ڪو پروپاند آهي يا نه؟ ائين ناهي جيئن اوهان سمجهيو هو. (١)

وضاحت: ڪوپرو ڏونگهين جي تيل کي چوندا آهن تڏهن اتي موجود ماڻهن ڀهريائين ائين سمجهيو هو.

(١) شاهه جي رساله جي شرح جو مقدمه ص ٥٦ ج ١

## روحانيتِ جي ميدان ۾

هن کان اڳ ۾ علامه نورالحق دهلوي عليه الرحمة جي ڪتاب تيسيرالقاري شرح صحيح البخاري جي حوالي سان لکي آيا آهيون ته صوفياءِ ڪرام ۽ علماءِ باطن وٽ علم روحانيت حاصل ڪرڻ فرض عين آهي ۽ موجوده دور جي ديوبندي علماءَ جي اڳواڻ اشرف علي ٿانوي صاحب لکيو آهي ته: جيڪڏهن ايمان ڪامل ۽ تقويٰ ڪامل حاصل ڪرڻ فرض آهي ۽ اهو باطن جي اصلاح تي موقوف آهي ته باطن جو علم حاصل ڪرڻ به فرض آهي (١) هڪ جاءِ تي لکيو اٿس ته "بعض عارفين کا قول هے که جس کو علم باطن سے کچھ ميسر نه هوا اس کے سوءِ خاتمه کا انديشه هے" (٢)

حضرت گرهوڙي شهيد عليه الرحمة به ظاهري شرعي علوم ۾ ماهر هجڻ سان گڏ باطني ۽ روحاني علوم جو شوق رکندو هو سندس خواهش هوندي هئي ته ڪو ڪامل، مڪمل ۽ ڪامل بنائيندڙ پلارو ڀانهو

(١) شريعت اور طريقت ص ٢٨ (٢) ساڳيو حوالو ص ٣١

ملي تہ ان جي دامن وٽي، سندس نوراني نگاهن ۽ اعلیٰ شفقتن جي ذريعي روحانيت جي ميدان کي ماڻجي.

## پهرين صحبت

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة روحانيت جي علم حاصل ڪرڻ لاءِ پهريان ڏينهن حضرت شاهہ عنايت شهيد عليه الرحمة جي خاص خليفي ۽ مقرب مريد ميان ابن سمي "اوڙاهہ" جي صحبت ڪندي درگاهہ جهوڪ شريف تي گذاريا ۽ وٽائنس گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو. آخر ۾ ان خليفي ابن سمي گرهوڙي صاحب کي فرمايو تہ: اسان ڪان جيڪا خدمت پهتي سا ڪئي سون هاڻي اوهان لنواري شريف وڃو جتي اوهان سان وڏيڪ مهرباني ٿيندي.

## خداوارن جو خلوص ۽ للّهيت

هن ڪتاب جي پڙهندڙن ڀائرن، ڀينرن ۽ نوجوانن

ٻچن جي خدمت ۾ گذارش آهي ته هي الله جل شانه جي ٻانهن، صالحن ۽ قلب جي تزڪيه ۽ صفائي وارن جو خلوص ۽ للّهيت جو اظهار هو. جو پاڻ کي گهٽ سمجهي طالب کي ٻئي ڪامل، مڪمل، اڪمل جي حوالي ڪندا ۽ انهن ڏانهن موڪليندا هئا. نه ته هلندڙ دور وارن جو حال ته اهو آهي جو هڪ پير صاحب پنهنجي مريد کي ٻئي پير صاحب جي زيارت ڪرڻ کان به سختيءَ سان منع ڪري ٿو.

## سلطان الاولياء جي خدمت ۾

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة آفتاب ولايت - شمس العارفين، سلطان الاولياءَ، خواجهء خواجگان - حضرت محمد زمان، عليه الرحمة والغفران جي خدمت ۾ ڪيئن پهتو؟ ان جي باري ۾ ٻه روايتون آهن ١- هڪ روايت هيءَ آهي ته حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جن واڻ ويندي ڪنهن درويش کي ڏٺو جيڪو لنواريءَ شريف ڏانهن وڃي رهيو هو حضرت گرهوڙيءَ ان

درويش کي چيو تہ: منهنجي طرفان پنهنجي پير کان پڇجان تہ : اها وات جنهن سان حضور عليہ الصلواة والسلام جن آسمان تي تشريف فرما ٿيا هئا سا صرف سندن لاءِ کليل هئي يا ٻين لاءِ اڃان کليل آهي؟ اهو درويش جڏهن لنواريءَ شريف پهتو تہ حضرت گرهوڙيءَ وارو سوال ان کان دل تان لهي ويو سلطان الاوليـاء سهڻي عليہ الرحمة جي صحبت جا مزا ماڻي جڏهن موٽڻ جو ارادو ڪيائين تہ حضرت سلطان الاولياءُ عليہ الرحمة جن پاڻ ان کان پڇيو تہ: عبدالرحيم توکي ڇا چيو هو؟ درويش کي پوءِ اهو سوال ياد آيو ۽ ڪين سڄي ڳالهہ عرض ڪري ٻڌايائن.پاڻ فرمايائون تہ "شيخ عبدالرحيم کي چئجانءِ تہ جيئن (دجلہ درياءَ) تان لنگهڻ ۾ آساني ڪرڻ لاءِ بغداد جي خليفہ پل تعمير ڪرائي هئي ۽ اها اڃان تائين قائم آهي هر ڪو پيو اتان لنگهي تيئن عالم جي سردار (صلی الله عليہ وسلم) لاءِ بہ گويا هڪ پل ٺهرائي وئي هئي جنهن تان پاڻ مٿي ويا هئا سا ڪيئن ڍهندي؟ البت حضور عليہ الصلواة والسلام جن جو اتان لنگهڻ خاص شان ۽

شـوكت سـان هو ۽ لشـكـرين جو سلطان جي پويان لنگهڻ انهن جي حـال مـوافق هوندو. انهيءَ جواب ٻڌڻ شرط حضرت گرهوڙي عليه الرحمة هڪدم لنواريءَ شريف آيو ۽ پهريان دل ۾ خيال ڪيائين ته ڏسان ته حضرت خواجہ خواجگان سلطان الاولياءُ عليه الرحمة جن ڪهڙي مقام تي آهن؟ ڇا وٽن حقيقت ۽ معنيٰ به آهي يا فقط اسم ۽ رسم آهي؟ ان خيال ۾ ئي هو ته حضرت سلطان الاولياءُ عليه الرحمة ڪانئس هن آيت جي معنيٰ پڇڻ فرمائي. "وَالطُّوْرِ وَكِتَابٍ مَسْطُوْرٍ فِيْ رَقٍّ مَّنْشُوْرٍ وَالْبَيْتِ الْمَعْمُوْرِ" (١) ( طور جو ۽ ڪليل ورقن ۾ لکيل ڪتاب جو ۽ آباد ڪيل گهر جو قسم آهي).

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة ڪين انهن آيتن جي ظاهري معنيٰ ته بالڪل صحيح نموني ۾ ٻڌائي پر جڏهن حضرت خواجہ محمد زمان عليه الرحمة والغفران مٿس روحاني معنيٰ جا رازپلتيا تڏهن اکين تان ڄڻ انڌارو لهي ويس ۽ فورًا سندن مريد ٿيو هڪ ئي ملاقات ۾ ڏڍ تي ويس ۽ هڪڙي ئي چانئي چريو ڪري ڇڏيس.

(١) سورة الطور آيتون ١ ـ ٢ ـ ٣ ـ ٤ ـ

۲۔ ٻي روايت آهي تہ حضرت گرهوڙي عليه الرحمة کي شروعات کان وٺي دلي تمنا هوندي هئي تہ: ڪنهن ڪامل مرشد کان ارشاد وٺان مگر سندن نگاهہ ۾ ڪو اهڙو ڪامل مرد ڪونہ ٿي آيو. هڪ دفعي پاڻ نماز خاطر وضو ڀئي ڪيائين تہ هڪ پري کان ايندڙ مسافر اچي عرض ڪيس تہ: سائين مهرباني ڪري مونکي ڪرو (ڪونرو) ڏيو تہ مان بہ وضو ڪري نماز پڙهي وٺان تڏهن مسافر کان پڇيائين تہ: ڪاڏي ٿا وڃو؟ جوتڪڙو ڪرو پيا گهرو؟ مسافر ٻڌايس تہ: لنواري شريف وڃي رهيو آهيان اهوٻڌي گرهوڙي صاحب چيس تہ: ڏٺي سون تنهنجي لنواريءَ ۔ مسافر عرض ڪيو تہ " الله ڪندو تہ ضرورڪنهن ڏينهن لنواري ڏسندؤ" ان مسافر جو اهو معنيٰ دار جواب ٻڌي حضرت گرهوڙي صاحب عليه الرحمة ڪجهہ وقت تبيءَ ۾ پئجي ويو ۽ ٿورن ئي ڏينهن بعد لنواري شريف ڏانهن روانو ٿي ويو هو. (۱)

(۱) مقدمه ڪلام گرهوڙي ص ۱۳ ۔ ۱۴

# مرشد ڪريم ڪان ڪجھ راز جھڙيون ڳالھيون معلوم ڪرڻ

حضرت گرھوڙي عليه الرحمة ھڪ ڀيري مرشد ڪريم جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ قبلا سائين! الله جل جلالہ جا پيارا ٻانھا اولياءَ ڪرام محمدي حقيقت (عليه الصلوٰة والسلام) کي ڪيئن ٿا سمجھن؟ مرشد ڪريم سندس سوال جي جواب ۾ ھي بيت پڙھيو

جي محبت منجھ مئا، سي مورنہ مرن ڪڏھين

مَنْ قَتَلْتَهٗ فَاَنَا دِيَّتَهٗ وڏي ملھہ وٺا

اِنَّ الدِّيْنَ عِنْدَاللهِ الْاِسْلَامُ وجي موت وھاءِ

موتان اڳي ماءَ۔ اڳاھون اسلام ٿيو

ان بيت ٻڌڻ کان پوءِ گرھوڙي صاحب عليه الرحمة سمجھيو تہ واصل بالله ٿي ويس يعني محمدي حقيقت کي پھچي ويس. (١)

(١) مقدمہ ڪلام گرھوڙي صہ ١٣۔ ١٤.

# حضرت گرهوڙي ولايت جي اهم مقام تي فائز هو

پاڻ اصول ۽ فروع جي علم ۾ انتهائي ڪمال تي پهتل هو حضرت سلطان الاوليا عليه الرحمة جي اولين سوانح نگار ميربلوچ خان ٽالپور پنهنجي ڪتاب فردوس العارفين ۾ حضرت گرهوڙيءَ جي مقام کي هنن لفظن سان ذڪر ڪيو آهي. طر از طريق ولايت، اندراج نهايت في البداية صاحب الولاية شيخ عبدالرحيم گرهوڙي ڪه از جمله خلفائي اربعة آنحضرت است فضيلت و شخصيت ايشان محتاج بيان نيست (١) يعني طريق ولايت جو طراز، نهايت في البداية جي اندراج ۽ ولايت جو صاحب، شيخ عبدالرحيم گرهوڙي حضرت سلطان الاوليا عليه الرحمة جي چئن خليفن مان هو سندس فضيلت ۽ شخصيت بيان جي محتاج ناهي، حقيقت ۾ پاڻ بلند پايه بزرگ ۽ علوم شرعيه ۾ متبحر عالم هئا پاڻ پنهنجي شخصيت علم، فضل،

(١) سندھ کے صوفياء، نقشبند ص ٥٨١ ج ٢

ڪشف ۽ ڪرامت جي قـوت سـان پنهنجي وقت وارن عـالمن ۽ صـالحن کي مـجرائي چڪـا هـئـا ان وقت پوريءَ سنڌ ۾ (ٺٽي کان ملتان تائين) سندس علميت ۽ ڪمال مڃيل هوندو هو. مناظره ۽ مباحثه جي فن ۾ ڪير به ڪين هار ۽ شڪست ڏئي نہ سگهيو هو.

## خدا آباد ۾ مناظرو

"المعاصرة اصل المنافرة" (هم عصر هجڻ مخالفت ۽ نفرت جو اصل آهي) مـقوله موجب وقت جا ڪيـتـرا علماء حضرت گرهوڙي عليه الرحمة سان ڪيترن فقهي مـسـئلن ۾ اختـلاف رکندا هـئـا سندس چوڻ تي ان وقت جي حـاڪم ( شـايد مـيان سـرفـراز خان ڪلهـوڙو هو) ١١٨٦ ـ ١١٨٩هـ ١٧٧٢ ـ ١٧٧٥ع ڌاري ان وقت جي عالمن ۽ حضرت گرهوڙي عليه الرحمة کي دار السلطنت خدا آباد (موجوده ضلع دادو) ۾ مناظري لاءِ گهرايو.

# مناظري لاءِ ڪجھ شرط

ان مناظري واري پروگرام تي وڃڻ لاءِ حضرت گرهوڙي عليه الرحمة تيار ٿيو پر ان حاڪم ڪي هي شرائط چورائي موڪليائين. ١. مناظري ۾ ڪنهن ڪٿيو ۽ ڪنهن هارايو ان فيصلي ڏيڻ لاءِ هڪ سيد، حضور عليه الصلواة والسلام جي آل مان برجستو ۽ برڪ عالم هجي. عالمن ۽ حاڪم اهو شرط قبول ڪري امين ۽ منصف هجڻ لاءِ سيد جمال شاهه گهوٽڪيءَ واري ڪي مقرر ڪيو جيڪو ڪلهوڙن حاڪمن وٽ ملازم هو ۽ ٻيءَ روايت موجب اهو سيد جمال شاهه "پريالوءَ" جورهاڪو هو. ٢. جيڪي علماءِ گڏ ٿيندا انهن مان هر هڪ سان جدا مناظرو نه ٿيندو بلڪ پاڻ مان هڪ برڪ ۽ مناظر عالم چونڊين جيڪو ساڻس ڳالهائي ۽ ٻيا ان جا مددگار ۽ معاون رهن ۽ ان کي ڪتابن مان حوالا ۽ عبارتون ڪڍي ڏيندا وڃن اهي ٻئي شرط قبول ڪيا ويا ۽ مناظري لاءِ وقت مقرر ڪري حضرت گرهوڙي عليه الرحمة کي اچڻ لاءِ چيو ويو.

## خدا آباد ۾ آمد

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جڏهن ساٿين سميت سفر جون صعوبتون برداشت ڪندي خدا آباد جي ويجهو پهتو تڏهن پنهنجن ساٿين کي هن آيت مبارڪ " لَاتَدْخُلُوْا مِنْ بَابٍ وَّاحِدٍ وَّادْخُلُوْا مِنْ اَبْوَابٍ مُّتَفَرِّقَةٍ" (١) ( هڪ دروازي کان داخل نه ٿيو جدا جدا دروازن کان داخل ٿيو) جي بموجب ساٿين کي حڪم ڪيائن ته جدا جدا ٿي مقرر ڪيل مسجد ۾ داخل ٿين ۽ پاڻ اڪيلو ٿي مسجد ۾ آيو.

## مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت لباس

حضرت گرهوڙي عالم اجل هجڻ سان گڏ روحانيت ۽ علم باطن جي بي ڪنار بحر هجڻ جي حيثيت سان سادو نظر ايندو هو. پاڻ مناظري لاءِ مقرر ٿيل مسجد ۾ داخل ٿيڻ وقت نهايت سادي ۽ عام

(١) سورة يوسف آيت ٦٧

رواجي لباس ۾ آيو گودڙي مبارڪ ڪچ ۾ ۽ مٿي مبارڪ تي چادر اهڙي نموني رکيل هيس جنهن مان دستار مبارڪ جو طرو ڏسڻ ۾ پئي آيو مسجد ۾ موجود عالمن جو تعداد ٻه سؤ چاليهه (٢٤٠) هو جن مان يارهن (١١) ڄڻا صرف علم جي زور تي پير ٻه هئا مگر ڪين ڪنهن ڪامل مرشد جي صحبت ۽ اجازت نصيب نه ٿي هئي. مناظري لاءِ خاص جاءِ ٺاهي وئي هئي جتي حضرت گرهوڙيءَ لاءِ ڪرسي رکيل هئي ۽ وچ تي ڪتابن جو ڍير رکيل هو.

## رمضان المبارڪ ۾ پيئڻ لاءِ پاڻي گهرڻ تي اعتراض ۽ جواب

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة مناظري لاءِ جڏهن خداآباد ۾ پهتو ته اهو رمضان المبارڪ مقدس ۽ مڪرم مهينو هو ڪيس سخت اڃ لڳي هئي مسجد ۾ گهڙڻ شرط پاڻيءَ جي طلب ڪيائين ته اتي موجود علماء ڪيس سختيءَ سان منع ڪئي پاڻ انهن کي

ٻڌايائون تہ مان مسافر آهيان. اتي موجود علماءِ چيو تہ: اسان تي پوءِ بہ واجب آهي تہ اوهان کي روڪيون. تنهن تي حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة هيءَ آيت پڙهي

" وَمَنْ كَانَ مَرِيْضًا اَوْ عَلٰى سَفَرٍ فَعِدَّةٌ مِّنْ اَيَّامٍ اُخَرَ" (١) ۽ جيڪو بيمار هجي يا سفر تي (تہ اهو روزا ڀلي نہ رکي جڏهن چڱو ڀلو ٿيئي يا موٽي گهر پهچي تہ) پوءِ اوترا ٻيا ڏينهن روزا رکڻ ضروري آهن ۽ هڪ حديث بہ پڙهيائين، جنهن جي مفهوم ساڳي هئي. پوءِ سندس خادمن مان هڪ اتي ڪيس پاڻي ڏنو ۽ پاڻ اهو پي ويهي رهيو ۽ اتي موجود عالمن ڪيس پوءِ سڃاتو ۽ فيصلي لاءِ مقرر ڪيل امين سيد جمال شاه عليہ الرحمة کي چيائون "تہ رمضان جي مهيني ۾ ( ائين کليل طرح) پاڻي پيئڻ سراسر بدعت آهي" اهو ٻڌي حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة مناظري لاءِ مقرر ڪيل منصف ۽ امين سيد کي چيو تہ حضرت نبي پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن جيڪو اٺ تي سوار ٿيل اصحابن کي گڏ ڪري علي الاعلان پاڻي پيتو هو

# شهر جي اڪابر جي آمد

جڏهن شهر ۾ خبر پئي تہ حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة تشريف فرما ٿيو آهي تہ شهر جا وڏا امير ۽ حاڪم جا مشير ۽ صلاحڪار بہ اچي مسجد ۾ گڏ ٿيا علماءِ ڪرام ۽ حضرت گرهوڙيءَ عليہ الرحمة جو مناظرو ظهر نمازڪان عصر تائين هليو، موجوده علماء ڪتاب کولي سوال ٿي ڪيا ۽ حضرت گرهوڙي قرآن پاڪ، نبوي سنت. اصحابن جي اجماع ۽ مجتهدن جي قياس مطابق جواب ڏئي انهن کي مات ڪرائيندو رهيو. نيٺ علماء عاجز ٿي مات ڪري ويا ۽ منصف ۽ امين سيد جمال شاهہ فيصلو فرمايو تہ ”بدعت هن شخص وٽ ڪٿان آئي؟ هي تہ قرآن ۽ حديث جي نور سان روشن آهي.“

# منصف مريد ٽيڻ جي خواهش ڏيکاري

موجود علماء جي طرفان مناظري ۾ هار کائڻ ۽ حضرت گرهوڙيءَ جي علمي ۽ روحاني ڪمال ڏسڻ کان پوءِ فيصلي لاءِ مقرر ٽيل امين ۽ منصف سيد جمال شاهه عليه الرحمةً حضرت گرهوڙي عليه الرحمة کي عرض ڪيو ته: مون کي ارشاد ڏئي مريد ڪيو، حضرت گرهوڙي سائين ان سيد سهٽي کي گهڻو سمجهايو ته: هن وقت اوهان کي ارشاد ڪرڻ، فيض ڏيڻ چڱو نه ٽيندو جو مون تي (خدا وندي ذڪر جي انوار جي تجلين جو) جوش ۽ جلال غالب آهي ان جي سختي اوهان جي برداشت ڪرڻ کان مٿي آهي بهتر ٽيندو ته گرهوڙ شريف اچو ته اتي اوهان سان روحاني وڻ وڻ جي. ٻيءَ صورت ۾ اوهان ڏي جيڪڏهن توجهه ڪبو ته اوهان وفات ڪري ويندا. ان سڀ حقيقت ٻڌڻ جي باوجود به سيد جمال شاهه نه مڙيو ۽ ڪين ارشاد ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيائين تنهن تي حضرت گرهوڙي صاحب

فرمايس ته: سيد صاحب! اوهان هينئر جو هينئر پنهنجي ڳوٺ هليا وڃو شاهه صاحب عليه الرحمة ان وقت ئي پنهنجي ڳوٺ لاءِ نڪري روانو ٿيو پر اجان ٽن ميلن جي پنڌ تي ڳوٺ کان پري هو ته سندس روح پرواز ڪيو ۽ دارالفناءِ مان نڪري دار البقاءِ ڏانهن روانو ٿيو.

## نبوي فرمان علىٰ صاحبه الصلوٰة والسلام

هڪ رات حضرت گرهوڙي عليه الرحمة خواب ۾ حضرت حبيب ڪريم عليه الصلواة والسلام جي زيارت سان مشرف ٿيو پاڻ ڪريمن عليه الصلواة والسلام جن فرمايس ته: هڪدم لنواري شريف هليو وڃ جو خانداني اختلافن جو امڪان آهي انهيءَ ڪي وڃي بند ڪر. ان فرمان عالي شان ملڻ شرط حضرت گرهوڙي هڪدم لنواري شريف پهتو ۽ ڏسي ته سندس مرشد مربي حضرت سلطان الاولياءُ عليه

الرحمة جن هن جهان مان لاڏاڻو ڪري واصل الى الله ٿيڻ وارا آهن ۽ سندن فرزند ارجمند حضرت خواجه گل محمد (عليه الرحمة) جن جي عمر ان وقت فقط ٻارهن سال هئي پاڻ همت ڪري اول ان جي بيعت ڪري ۽ پين کان به بيعت ڪرائي مخالفن کي خاموش ڪرائي ڇڏيائون ۽ هڪ سال تائين حضرت خواجه گل محمد صاحب سان گڏ رهي سندن تعاون ڪندو رهيو.

## ڪاڏو گهٽ ڪاڻ ۽ معدو خالي رکڻ

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جن جڏهن حضرت محبوب صمد، خواجه گل محمد جي سجاده نشيني کي يقيني، مضبوط ۽ مستحڪم بنائڻ کان فارغ ٿي واپس گرهوڙ شريف پهتو ته ماٺهن جي گهٽي ميلاپ کان ڪناري ڪش ٿي خلوت اختيار ڪيائون. ڪاڏو تمام ٿورو ڪائيندو هو ۽ ٽئين ٽئين ڏينهن پيٽ هلائيندڙ دواکائي معدو خالي ڪندو هو مرغوب الاحباب، ڪتاب جي مصنف جي ڏاڏي حاجي شهمير صاحب جو

بيان آهي تہ مان هڪ ڀيري حضرت گرهوڙي عليه الرحمة سان ملڻ لاءِ سندس دروازي تي ويس تہ دروازي تي هڪ نوڪر ويٺو هو جنهن مون کي ٻڌايو تہ: حضرت گرهوڙي صاحب ڪنهن کي بہ پاڻ وٽ اچڻ نہ ٿو ڏي، مون ان کي چيو تہ: تون منهنجي نالي اطلاع ڏينس، نوڪر کيس ٻڌايو چيائينس تہ پير پائي آهي ان لاءِ ٻاهر نڪران ٿو. ٿوري وقت کان پوءِ ٻاهر نڪري آيو، مون جڏهن ساڻس هٿ ملايو ۽ ڏٺم تہ نهايت گهڻو ڪمزور، هڏن جي مٺ وانگر ڏسڻ ۾ ٿي آيو. ملاقات کان پوءِ چيومانس تہ: پاڻ کي ايتري محنت ۾ ڇو وڌو اٿوَ؟ چيائين تہ: قرآن ڪريم ۾ الله جل جلاله جو ارشاد آهي " وَاذْكُرُوا اللهَ فِي أَيَّامٍ مَّعْدُودَاتٍ (١) ۽ الله کي ڳڻتيلن ڏينهن ۾ ياد ڪيو. تنهن جي ڪري خلوت ۾ وهڻ کي مصلحت سمجهيم.

---

(١) سورة البقرة آيت ٢٠٣

## الهامي امر سان خلوت مان نڪرڻ

علامه ڊاڪٽر عمر داؤد پوٽي متئين بيان کان پوءِ لکيو آهي ته: حضرت گرهوڙي (ڪافي عرصو خلوت نشينيءَ ۾ گذارڻ کان پوءِ) الله جل جلاله جي طرفان (الهام طور) امر ملڻ سان غسل ڪري نئون لباس ڍڪي ٻاهر نڪتو ۽ سڄي علائقي ۾ اعلان ڪرايائين ته "جيڪو به اڄ منهنجي بيعت ڪندو صبحاڻي (قيامت جي ڏينهن) آءٌ سندس دوزخ کان دوريءَ جو ضامن ٿيندس" سڄو ڏينهن اهو اعلان ٿيندو رهيو پر ڪير به انهيءَ عنايت کان مستفيض ٿيڻ لاءِ نه آيو. مگر هڪ "بخشو شامو" نالي درويش پهتو جنهن تي اڪيلي هڪ مجذوب کان مهرباني ٿيل هئي. (١)

## شيخ بيطار سان ٻلائي

ڳالهه ٿا ڪن ته شيخ فتح محمد بيطار عليه

(١) مقدمه ڪلام گرهوڙي ص ٢٤

الرحمة به سندن مريدن مان آهي اصل شهداد پور
جو هو پوءِ لڏي ميرپورخاص جي پاسي اچي وينو هو.
حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي فيض ۽ ڪرامتن جو
ٻڌي ارادو ڪيائين ته وڃي سندس ديدار ڪيان دوستن
جهليس ته متان وڃين حضرت گرهوڙي عليه الرحمة
ڪڏهن ڪڏهن بيخوديءَ جي حالت ۾ هوندو آهي ۽
سندس خدمت ۾ موجود ماڻهن کي ماريندو آهي.
بيطار پلاڙي روڪڻ وارن کي چيو ته مان سندس روبرو
ڪونه ويندس صرف گهرجي ٻويان پيهي پتين جي
سوراخن مان سندس زيارت فيض بشارت ڪندس
[illegible] حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي گهر وٽ
[illegible] پويان پٽ جي سوراخن مان زيارت ڪرڻ
[illegible] ڪيائين پهريان حضرت عبدالرحيم
[illegible] عليه الرحمه ان سوراخ مان جوهه وجهي
[illegible] پيتو هو ۽ ڏسندي ماڻهن کي حڪم
[illegible] وٺي اچوس جڏهن ٻتي وٺي آيس،
[illegible] فرمايو ته ماٿي جلدي ڏيوس. وٺڻ واره
[illegible] ته نلا ماٿي جڪام پڪڙ ته وري هٿ نه

ايندو تنهن تي وراڻيائين تہ "جيڪي ويو سو ويو آئنده سنڌس هذا بہ هٿ پراٿا ٿيندا ، حضرت ڳڙهوڙي عليہ الرحمۃ جي انهيءَ سخن سنڌس دل ۾ اهڙو اثر ڪيو جو دنيا ۽ ماسوىٰ الله کي ڇڏي سنڌس خدمت ۾ رهيو ۽ روحانيت ۾ ايڏي مرتبي کي پهتو جو چوندو هو تہ " مون کي مالڪ جل جلالہ جو حضور هردم حاصل آهي ۽ هڪ لمحو بہ رب العزت جل جلالہ مون کان پري ناهي" .

## الله وارن جي عيب جوئي نہ ڪر

هڪ ڀيري حضرت خواجهء خواجگان، ولين جي سلطان محمد زمان عليہ الرحمۃ جو هڪ مريد ابوالحسن غازي ڳڙهوڙشريف ۾ حضرت ڳڙهوڙي جي ملاقات لاءِ آيو. ڏٺائين تہ حضرت ڳڙهوڙي رليءَ ۾ ويڙهيو تونريءَ تي ستو پيو آهي ۽ ماٿهو سنڌس چوڌاري مراقبي ۾ ويٺا آهن ابوالحسن غازي دل ۾ خيال ڪيو تہ: حضرت خواجہ خواجگان، ولين جي

سلطان، خواجہ محمد زمان عليہ الرحمة جو شان ۽ ڪم جوطريقو بہ ڏنو هوم هتي تہ الاءِ ڇا حال آهي؟ قوم جي رهبر ڪي ڪجهہ سينگار ڪرڻ ۽ صاف سترو رهڻ بہ گهرجي. ان ارادي ڪرڻ سان ئي حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة ان ڏانهن نهاري هي بيت پڙهيو.

مکن عيب درويش مدهوش مست

کہ غرق است زان مي زند پا ودست

يعني مدهوش، مست ۽ درويش جا عيب نہ سوچ ڇوتہ (عشق جيدرياءَ ۾) ٻڏل آهي ان جي ڪري هٿ ۽ پير هڻي رهيو آهي.

## ميرن تي مهرباني

سنڌ جا حاڪم ڪلهوڙا جيتوڻيڪ بادشاهہ هئا پر ان سان گڏ پير بہ هئا ۽ ٽالپر (مير) اوائل کان ئي سندن مريد ۽ معتقد هئا ۽ مٿن وڏو ويساهہ ۽ اعتماد هوندو هون. سرفراز ڪلهوڙي جي دور ۾ ميرن جو وڏو مير شهدادخان جوپٽ مير بهرام خان هو جنهن

ڪلهوڙن جي خاندان جون وڏيون خدمتون ڪيون هيون پر هڪ شرپسند سردار راجي خان ليڪي جي چورڻ ۽ چرچ تي سرفراز خان هروڀرو ضد ڪري مير بهرام خان ۽ سندس پٽ صوبدارخان کي ڏوڪي سان گهرائي مارائي ڇڏيو ان وقت مير بهرام خان جو وڏو پٽ مير بجارخان بيت الله شريف جي حج تي ويل هو ان کي ڪلهوڙن جي ظلم ۽ ڏاڍ کان اتي مطلع ڪيو ويو پر جيستائين ميربجارخان وطن واپس وري تيستائين سندن هڪ عزيز جنهن جو نالو مير فتح خان هو همت ڪري بلوچ سپاهين جي مدد سان خداآباد جي قلعي تي گهيرو ڪيو ۽ سرفراز خان ڪلهوڙي پاڻ انهن سان مقابلي جي طاقت نہ ڏسي راتئون رات ٻيڙين ۾ چڙهي درياءَ ۾ سفر ڪري وڃي حيدرآباد واري قلعي ۾ لڪو. مير فتح خان سرفراز خان جي ڀاءُ کي سندس جاءِ تي گادي نشين بنائي حيدرآباد ڏانهن روانو ٿيو مير فتح خان جي حيدرآباد ڏانهن ڪاهہ کي ڏسي ۽ اهو سوچي تہ مير بجارخان بہ جڏهن پهتو تہ پلاند وٺڻ لاءِ گهٽ نہ ڪندو سرفراز خان جا ساٿي ۽ مکيہ سردار راجوليڪي

۽ الله بخش جهنجڻ بہ سندس پاسو چڏي اچي مير سان شامل ٿيا. سيني گڏجي حيدرآباد تي حملو ڪيو ۽ ستن ڏينهن جي اندر قلعو فتح ڪري اندر گهڙي پيا ميان سرفراز گهٽوئي پڇتايو، وفادار ميرن جي قتل تي ارمان ڪيائين، راجي ليکيءَ کي گهڻ وڏ ڳالهايائين، پاراتا ۽ پٽون ڏنائين پر ڪجهہ نہ وريو خزانن جون ڪنجيون مير فتح خان جي حوالي ڪيائون پر ان وٽڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيائين تہ اسان جو وڏو مير بجارخان آهي اهو پاڻهي اچي دشمن کي سزا ڏيندو حال في الحال مون پنهنجو اندر ناريو راجو ليکي تہ اهڙي موقعي جي تلاش ۾ هو سو اهي خزانن جون ڪنجيون ڪٽي پاڻ وٽ قابو ڪيائين ۽ قلعي جي سنيال پنهنجي پٽ جي حوالي ڪيائين جنهنجو نالو تاجو هو ۽ ڪيس جو خزانا هٿ اچي ويا سو ڪليءَ دل کپائڻ ۽ مير بجارخان جي مقابلي جي تياري ڪرڻ لڳو ۽ الله بخش جهنجڻ پيروزخان پٺاڻي ۽ ڪوسن جي سردار کي پنهنجي پاسي آند ائين مير فتح خان اها حالت ڏسي حيدرآباد کان هٽي وڃي شهداد پور ۾ ڇانوٽي ڪئي ۽

هوڏانهن راڄي ليکيءَ محمودخان ڪلهوڙي کي تخت
تان لاهي ميان غلام النبي خان کي پڳ ٻڌائي
(١١٨٩هه ١٧٧٥ع) ۽ جڏهن ميربجارخان جي اچڻ
جو وقت ويجهو ٿيو ته راڄي ليکيءَ ڊپ کان زهر کائي
پاڻ کي ماري ڇڏيو ۽ سڄو ڪاروبار سندس پٽ تاجي
جي هٿ ۾ آيو جيڪو بقول علامه داؤد پوٽي جي نهايت
شرير ۽ نااهل هو. (١)

## مير بجارخان جي حج کان واپسي

جڏهن ميربجارخان حج شريف جي سعادت
حاصل ڪري واپس ٿيو ۽ خدا آباد جي ويجهو پهتو
تڏهن سندس پٽ عبدالله خان ۽ مارجي ويل پٽ
صوبدار خان جا چار ننڍيا پٽ روئندي اچي ڪيس مليا ۽
اتان سنڌ جي سردارن ۽ چڱن مڙسن ڏانهن راڄي
ليکي ۽ سندس پٽ تاجي جي ظلمن بابت خط لکيائون
سندن حقيقت کان واقف ٿي گهٽائي ماٺو اچي سندن

(١) مقدمه ڪلام گرهوڙي ص٢٧

ٻانهن ٻيلي ۽ ساٿي ٿيا مرغوب الاحباب جي روايت مطابق جڏهن مير بجارخان ڪلهوڙن سان لڙائيءَ جو ارادو ڪيو تڏهن حضرتِ گرهوڙي عليه الرحمة جي خدمت ۾ پيش ٿي دعا لاءِ درخواست ڪيائين حضرت گرهوڙي ڪيس فرمايو ته: اوهان جي فتح ڪجهه شرطن تي منحصر آهي جيڪڏهن اوهان پشت به پشت اهي شرط منظور ڪيا ته بادشاهي اوهان جي آهي.اهي سڀ شرط ديندارن جي آسودگي ۽ برائي جي پاڙ پٽڻ ۽ باغي ڪافرن کي ختم ڪرڻ جي متعلق هئا. پوءِ ان معاهدي تي صحيحون ڪيون ويون ۽ ان وقت جاسوسين ميربجارخان کي ڪن ۾ اچي چيو ته دشمن جو پنجاهه هزار (٥٠٠٠٠) لشڪر پيروز پٺاڻيءَ جي سرڪردگيءَ ۾ ويجهو پهچي جيڪو وڏو ظالم ۽ سرڪش آهي مير جو لشڪر فقط چار هزار هو ۽ ڪن تاريخي روايتن موجب پيروز پٺاڻي جو لشڪر ٽيهه هزار ۽ مير صاحب جو لشڪر ڇهه هزار هو. اها ڳالهه ٻڌي مير صاحب جي منهن ۾ پريشانيءَ جا آثار نظر اچڻ لڳا.حضرت گرهوڙي عليه الرحمة مير صاحب کي تسلي ڏيندي

فرمايو تہ: تون ڪو فڪر نہ ڪر تنهنجي دشمن جو لشڪر جيڪڏهن پنجاهہ لک هوندو تہ بہ سوپ اوهانجي آهي. ان کان پوءِ حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة مير صاحب جي هڪ سپاهيءَ کي ٻچيءَ کان جهلي مير کي چيو تہ "هيءَ پيروز پتافيءَ جي سسي اٿئي وٺ" ان چوڻ کان پوءِ تي ميل ڪن ساٿس گڏجي لشڪر سان ويو ۽ چادر جو ٽڪرو ڦاڙي ڪانيءَ ۾ ٻڌي مير صاحب کي چيائين تہ هي اسلام جو جهنڊو آهي ۽ آءُ دعا جو لشڪر آهيان اوهان اڳتي وڌو ۽ پاڻ پوئتي هٽي جنگ جو نظارو ڪرڻ لڳو.

## حضرات حسنين رضي الله عنهما جي آمد

جڏهن جنگ شروع ٿي تہ حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة اوچتو اٿيو ۽ پنهنجي وهڻ واريءَ جاءِ کي پنهنجي هٿن سان ٻهاري ڏني ڪلهي تي پاٽي جي ڪلي ڪٽي [illegible] ڪري ادب سان گوڏ. پيچي ويهي رهيو ۽

اتي موجود ماڻهن کي چيائين ته ”ڪوبه ليڪي جي اندر نه اچي“ ٿوريءَ دير کان پوءِ مٿو مٿي ڪڻي چيائين ته: ٻئي امام (حضرت حسن ۽ حضرت حسين رضي الله عنهما) منهنجي عرض ڪرڻ تي آيا هئا ۽ هينئر سوڀ جي مبارڪ ڏئي اٿيا آهن ۽ اجان ٿوري دير نه گذري ته قاصد ميربجارخان جي فتح جي خوشخبري ۽ بشارت ڪڻي آيو ۽ اها ڳالهه به ڪيائين ته حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جنهن شخص جي ڳچيءَ کان پڪڙيو هو ان پيروز پٺاڻيءَ جو سر ڌڙ کان ڌار ڪيو. اها حقيقت ٻڌي حضرت گرهوڙي عليه الرحمة اللهجل جلاله جو شڪرانو بجا آندو ۽ انهيءَ سوڀ کي اسلام جي فتح قرار ڏنو.

## نبوي نگاهه علي صاحبه الصلوٰة والسلام جو نوازيل

ڊاڪٽر داؤد پوٽي صاحب سنگهار فقير جي هيءَ روايت آندي آهي ته: ميربجارخان کي جڏهن بهرام خان

۽ صوبدارخان جي قتل ٿي وڃڻ جي خبر پئي ته ان
وقت اهو مدينه منوره ۾ هو ۽ دل ۾ چيائين ته: ان درد
جي دانهن مديني جي مير عليه الصلواة والسلام جي
خدمت ۾ چونه ڏيان؟ اها سوچ رکي حضرت حبيب
پاڪ عليه الصلواة والسلام جي روضه مطهره جي
اڳيان اچي درد جي دانهن ڏنائين. سندس آه زاريءَ
هٽي هنڌ ڪيو ۽ رحمة للعالمين، سيد المرسلين عليه
افضل الصلوات واڪمل التحيات جن مٿس مهرباني
ڪري خواب ۾ ديدار به ڪرايس ۽ ارشاد فرمايائونس
ته "سنڌ ۾ هڪ هدايت وارو،صالح ٻانهو ويٺو اٿئي ان
جي دامن وٽ ته ماڳهين سنڌ اوهان کي وٺي ڏي" سنڌ
۾ پهچڻ کان پوءِ ميربجارخان ان هدايت واري صالح
ٻانهي جي تلاش ۾ گهڻن ئي فقيرن جي دروازن تي
حاضري پري مگر سندس مطلب حاصل نه ٿيو آخرڪار
گهمندي ڦرندي اچي حضرت گرهوڙي صاحب عليه
الرحمة وٽ حاضر ٿيو ۽ سندن دامن جهلي عرض ڪرڻ
تي هو ته پاڻ هڪدم فرمايائونس ته "ميرو! مٿان
مديني جو ٿو نشان ڏين" تڏهن مير صاحب چيو ته

"قبلا! هائو" حضرت گرهوڙي صاحب عليه الرحمة
کيس فرمايو تہ " اسين تنهنجو هينئر ٽا فيصلو ڪيون"
اسين ڪهڙ ٽا ڪيون ۽ تون وڃين باهہ ڏي" مير صاحب
کي اعتبار نہ آيو " تنهن تي پاڻ فرمايائونس تہ" تون
آهين ڏاٿو ۽ هو (ڪلهوڙا) آهن گاهہ وڃين لٽين" تڏهن
بہ مير صاحب نہ مڃيو عرض ڪيائين تہ " قبلا آءُ
اڪيلو ڪونہ ويندس مهرباني فرمائي مون سان گڏجي
هلو" نيٺ ٿوري ڳالهہ ٻولهہ کان پوءِ پاڻ مير صاحب
سان گڏجي هليا انهيءَ وقت ميرن جا سپاهي ڪل ڇهہ
سؤ کن هيا جن مان ڪيترن کي تہ بندوقون بہ ڪين
هيون ٽنڊي الهيار وٽ وڃي منزل انداز ٿيا ۽ ڪلهوڙن
کي اطلاع ڏياري موڪليائون. ڪلهوڙا اهو اطلاع ٻڌي
ڪلڻ لڳا ۽ پيروز پٺانيءَ جي هٿ هيٺ هڪ هزار
گهوڙي سوار سندن مقابلي لاءِ روانا ڪيائون ۽ انهن
جي اچڻ جو ٻڌي ميرن پڄڻ جو پروگرام ڪيو. حضرت
گرهوڙيءَ عليه الرحمة فرماين تہ: ڪيڏي وڃڻ جو پيا
سوچيو؟ جڏهن ميرن سموري حقيقت پيش ڪئي تڏهن
پاڻ سندن هڪ سپاهيءَ جي ڪڇيءَ مان وٺي فرمايائون

تہ : پيروز پٺاڻيءَ جي ڳچي منهنجي هٿ ۾ آهي اوهان چوٿا همت هاريو؟ ۽ پوءِ فتح مير ٿڪي حاصل ٿي.

مير صاحبن کي حڪومت ملڻ وقت حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة ڪافي هدايتون ڏنيون هيون ۽ فرمايو هو تہ ”جيسين انهن موجب حڪومت هلائيندا رهندؤ تہ اوهان جو راڄ قيامت تائين قائم رهندؤ پر ميرصاحبن انهن هدايتن تي عمل نہ ڪيو نتيجو اهو نڪتو جو ست سالن اندر سندن حڪومت ختم ٿي وئي.

## گرهوڙ شريف وسائڻ

حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة گرهوڙ ۾ ڪڏهن تشريف فرما ٿيو؟ ان جويقيني فيصلو ڪونہ ٿو ملي مگر هڪ روايت مطابق سنڌ ۾ ڪجهہ وقت رهڻ کان پوءِ حضرت گرهوڙي عليہ الرحمة کي سندن مٽن مائٽن

عرض ڪيو تہ: اوهان ڪاني ۽ ڪرامت جا صاحب آهيو اسان ڪي هلي پنهنجن ابن، ڏاڏن جون جاگيرون واپس وٺي ڏيو. پهريان تہ پاڻ انهيءَ ڳالهہ جي سخت برخلاف هئا پر پوءِ سيني فقيرن ۽ والده ماجده جي گهڻي چوڻ تي جيسلمير ڏانهن هلڻ جو ارادو ڪيائون جڏهن گرهوڙ شريف ڪان لنگهيا تڏهن پري ڪان هڪ اڇي ڏاڙهيءَ وارو شخص جنهن جو منهن مبارڪ نوراني ۽ انتهائي سهڻو هو سندن طرف اچڻ لڳو ۽ ان ڪي ڏسي اٺن تان لهي پيا. ان پير مرد ويجهو اچي ڪين عرض ڪيو تہ "قبلا سائين! جڏهن خداوند ڪريم هي زمين مان هڪ ٽڪرو ڪڍي هن هنڌ رکيو ۽ مون ڪي امر ڪيائون تہ تون هت ويهي رهہ ۽ جڏهن شيخ عبدالرحيم اتي اچي تڏهن هي زمين جو ٽڪر سندس حوالي ڪري پوءِ جيڏانهن وڻيئي تيڏاهن هليو وڃ" اوهان جي صورت مبارڪہ مون کي ڏيکاري ڇڏي هيائون. هاڻي اوهان اچي ويا آهيو سو پنهنجي امانت هٿ ڪريو آءٌ وڃان ٿو. اهو پيغام ٻڌي پاڻ سڄي قافلي کي اتي منزل انداز ٿيڻ لاءِ حڪم ڪيائون ۽

اڪثر وجڻ جو خيال لاهي اتي ترسي پيا ۽ اتيئي پنهنجا پار پچا به گهرائي ورتائون (ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته هي صوفيانه روايتون آهن جن جي سند معلوم ناهي).

## سيد محمد شاهه ۽ گرهوڙي صاحب عليهما الرحمة

جڏهن حضرت گرهوڙي صاحب عليه الرحمة گرهوڙ ۾ رهڻ شروع ڪيو ته اتي هڪ سيد محمد شاه نالي وڏي امانت جو صاحب رهندو هو. حضرت گرهوڙي عليه الرحمتوت ماڻهن جي آمد ۽ رجوعات ڏسي ان خيال جي ڪري ته متان سندس عقيدتمند وڃي گرهوڙي صاحب عليه الرحمة جا مريد ٿين حضرت گرهوڙي عليه الرحمة وٽ آيو ۽ اچي چوڻ لڳو.

شاهه صاحب: اوهان هتان هليا وڃو. نه ته اوهان لاءِ چڱائي نه ٿيندي.

گرهوڙي صاحب: مان اوهان جي نيڪ آهيان

اوهان کي مون کان ناراض ٿيڻ نہ گھرجي.

شاهہ صاحب: پہ شينهن ٻيلي ۾ نہ ماپندا پلو آهي تہ اوهان هتان هليا وڃو ٻيءَ صورت ۾ مان اوهانکي هتان ڪرامت سان ڪڍي ڇڏيندس.

گرهوڙي صاحب: اها اوهان جي مرضي مگر مان هتان نہ چرندس.

ان مايوس ڪندڙ جواب کان پوءِ شاهہ صاحب ڪاوڙجي اتي هليو ويو ۽ وڃڻ سان وڃي ڏهي ڪڍڻ لاءِ ويٺو، ڏهي ڪڍڻ دوران خواب ۾ ڏٺائين تہ: حضرت حبيب ڪريم عليہ التحية والتسليم جي شان پري محفل لڳي پئي آهي جتي وڏا وڏا بزرگ سندن ديدار جي دولت سان مالامال ٿي رهيا هئا. محفل جي موج هئي تہ هڪ شخص ڪاغذ کڻي آيو ۽ حضور پرنور شافع يوم النشور عليہ افضل الصلوات واکمل التحيات جي نوراني نگاهن جي سامهون ويهي ان ڪاغذ تي ٽي مهرون هڻي اجازت وٺي روانو ٿي ويو، شاهہ صاحب حبيب پاڪ عليہ الصلواة والسلام جن کان عرض ڪري پڇيو تہ:

قبلا! هي ڪير هو؟ جو مجلس ۾ وهڻ بدران هڪدم هليو ويو.

حضور: (عليه الصلواة والسلام) فرمايو ته: اهو اهو شخص آهي جنهن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ تون ڏهوڪدي رهيو آهين.

شاهه صاحب: قبلا سائين! جي اهڙو مقبول ٻانهو آهي ته مان خود هليو ويندس مگر مون کي ايترو ته ٻڌايو ته: ڪاغذ تي هي ٽي مهرون ڇاجون هٽائي ويو آهي؟

حضور (عليه الصلواة والسلام): فرمايو ته: پهرين مهر سان اها اجازت وٺي ويو ته: پٺورو اصل ۾ مسلمان هو مگر مرڻ کان پوءِ کيس هندوسمجهي مٽس ڏيوري ٽاهي وئي آهي ان کي ڊاهي قبر ٺاهي بانگ ڏي.

ٻي مهر: تر ۾ ٻن وٽن جا ٿڙ آهن انهن جي وچان ماڻهن کي لنگهائي حرامي ۽ حلالي هجڻ جي وضاحت ڪئي ويندي آهي جيڪو سراسر غلط آهي انهن وٽن کي وڍڻ جي اجازت وٺي ويو آهي.

ٽين مهر: خيرپور ميرس رياست جي ترواري پاڳي ۾

مهاڏيو ڪافر جي مڙهي آهي ان جي ڊاهڻ جي به اجازت وٺي ويو آهي

انڪان پوءِ شاهه صاحب گرهوڙ شريف مان پاڻ به لڏي ويو ۽ پنهنجن مريدن ۽ عقيدتمندن کي هدايت ڪيائين ته: اوهان به گرهوڙ مان ٽپڙ ڪٽي ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهو.

## ڪنهي مهرن وارا اهم ڪارناما

١. حضرت گرهوڙي عليه الرحمة پهريون ڪم هٿ ۾ اهو ڪنيو ته پير پٺوري جي ڏيوري ڊهرائي مٿس قبو  ۽ بانگ ڏيارپائين ۽ ان کان پوءِ جڏهن به پير پٺوريءَ تي ميلو لڳندو هو ته حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جا ماڻهو مزار تي اچي بانگ ڏيندا هئا ۽ اعلان ڪندا هئا ته پٺورو مسلمان هو هندو نه هو. سندس مريدن مينگهواڙن جو چوڻ غلط آهي.

## قبا ٺهرائڻ جائز آهن؟

علماءِ اهل السنة والجماعة جي تحقيق مطابق قبا ٺهرائڻ جائز آهن تفصيلي دليلن جي هتي گنجائش ناهي پر حضرت گرهوڙي صاحب عليه الرحمة جي ان عمل مان واضح ٿئي ٿو سندس نظريہ بہ اهو هو تہ قبا ناهڻ جائز آهن جيڪڏهن ناجائز سمجهي ها تہ پير پٺوري جو قبو نہ ٺهرائي ها.

## حضور عليه الصلوٰة والسلام جن جي خواب يا سجاڳيءَ ۾ زيارت

علماء حق ۽ اولياء ڪرام جي تحقيقات ۽ واقعات مان منجهند جي سج وانگر واضح ۽ روشن آهي تہ حضور پرنور شافع يوم النشور عليه الصلواة والسلام جن جي ننڊ يا سجاڳيءَ ۾ زيارت ڪرڻ نہ صرف ممڪن بلڪ واقع آهي.جيئن شاهہ صاحب ۽ گرهوڙي صاحب جي ذڪر ڪيل واقعي مان ثابت آهي.

٢ ـ ٻيو اهم ڪارنامو اهوهو ته ٽنڊي جان محمد جي ير ۾ ٻه ٽڙهيا جتي جادوگرجادو ڪندا رهندا هئا جيڪي جادوءَ جي زور تي ماڻهن کي ڪاربندا هئا حضرت گرهوڙي صاحب پنهنجن ٻن معتقدن کي حڪم فرمايو ته: مان انهن جادوگرن جي ننڊ ٻڌان ٿو اوهان وڃي اهي ٽڙ وڍي اچو انهن ٽڙن جي اندران ٻه وڏا نانگ نڪرندا جيڪڏهن انهن کي اتي جو اتي اقت ماري وجهندؤ ته هتي آئنده شيطاني ڪم ڪونه ٿيندو جي نه ته اتي وري ميلي جو صورت ۾ ناجائز ڪم ٿيندا رهندا پر جيڪڏهن ٻئي جادوگر جاڳي پون ته هڪدم وٺي ڀڄجو نه ته اوهان کي جان جو جوکو آهي ۽ جڏهن ڀڄندؤ ته الله جل جلاله جي عطا ڪيل قوت سان مان اوهان کي ڪٽي وٺندسَ" جڏهن سندس موڪليل ٻئي ماڻهو منزل مقصود تي پهتا ۽ حڪم موجب هڪ ٽڙ ڪپيائون ته ان مان هڪ نانگ نڪتو جنهن کي اتي جو اتي ماري وڌائون. وري جڏهن ٻيو ٽڙ وڍڻ لڳا ۽ ان مان ٻه نانگ نڪتو ۽ جادوگر جاڳي پيا گرهوڙي صاحب جا ماڻهو اتي ڀڄي اچي گرهوڙ ڪان نڪتا ۽ انجاءِ تي

انجان تائين ميلو لڳي ٿـو جنهن کي آمـريءَ جو ميلو سڏيندا آهن.

٣ - ٽيون اهم ڪارنامو هو " مهاڏيو" جي مڙهي ڊاهڻ جنهن ۾ پاڻ شهيد ٿيو هو.

اها مڙهي خيرپور رياست جي ٿر واري ٽڪريءَ هئي هڪ قول مطابق ان جو بنياد ٥٠٠ هه ۾ پيو هو ۽ ان جو سنياليندڙ جادوءَ جي زور تي وڏي طاقت رکندو هو ۽ هجري ٻارهين صديءَ جي آخر ۾ ان مڙهيءَ سنياليندڙ جا هندو نه پوئلڳ هيا پر ڪيترا مسلمان به انهن هندن سان گڏ ان مڙهيءَ تي ويندا هئا جن کي مڙهئي جو سنياليندڙ هندو مذهب جو بنائيندو ويندو هو ۽ جڏهن اها خبر حضرت ڳڙهوڙي عليه الرحمة تائين پهتي نه پاڻ ارادو فرمايائين نه ان کي ڊاهي ڇڏجي. ان سلسلي ۾ پنهنجن دوستن سان مشوروڪيائين ۽ ڪين فرمايائين نه: اهو بتخانو ڊاهڻ ضروري آهي" ۽ ان کان پوءِ ٻاهتر چٽن مجاهدن جولشڪر تيار ڪري روانو ٿيو ميربجارخان ۽ راڙ نالي ڳوٺ جي سيدن کي به هلڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ چيائين پر اهي نه هليا سندس ساٿ ۾

ڪامل نالي هڪ ڪوري هو اهوڪين رستو ٻڌائيندو تي هليوپاڻ ان کي دعا ڪيائون ته: ” جيئن تون هنن ٻاهتر مجاهدن جو هتي اڳواڻ آهين تيئن بهشت ڏانهن هلندي به سندن اڳواڻ تون هوندين“.

نيت سفر ڪري اچي مهاڏيو جي مڙهيءَ وٽ پهتا ۽ ان وقت سندن هٿيار صرف هڪ ڏوردار بندوق هئي. (١)

## جادو ۽ ڪرامت جو مقابلو

قرآن ڪريم ۽ نبوي حديثن جي روشنيءَ ۾ جادوءَ جو اثر به ثابت آهي ته الله جل جلاله جي نبين عليهم الصلواة والسلام جي معجزن ۽ اولياء ڪرام جي ڪرامتن جو ظهور به برحق آهي ۽ جڏهن به مقابلو ٿيو آهي ته رب العزة جل شانه جي پيارن کي جادو گرن تي فتح ۽ ڪاميابي ملي آهي حضرت مخدوم گرهوڙي عليه الرحمة جڏهن مهاڏيو مڙهيءَ وٽ پهتو ته مڙهيءَ جي اڳواڻ مهنت نالي هندوءَ جي جادوءَ جي باري ۾

(١) ڪلام گرهوڙي ص ٥٠

ٻڌائين ٿا ته ان وٽ هڪ ڪشتو آهي جيڪو هر طرف کان ان، گيهه، گوشت وغيره گڏ ڪري ڪٽي اچي سندس ديڳ ۾ وجهي ٿو ۽ اها جڏهن رڌجي تيار ٿئي ٿي ته ان مان هندو ته ڪائين ٿا پر مسلمان پيٽ جا پوڄاري به غيرت تان هٿ ڪڻي پيٽ پالين ٿا ۽ ان ۾ جادوءَ جي ڪري اهڙو نمونو محسوس ٿيندو هو جڻ ته ڪٿي ئي کاڌو ٿي ۽ بيمار ماڻهن تي ڪجهه پڙهندو هو ته نفسياتي طرح ماڻهو اهڙو متاثر ٿيندا هئا جڻ چاڪ ٿي ويا آهن ۽ جاهل ماڻهو ان کان گهڻو متاثر ٿيندا هئا.
حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جيڪو " اَلْعُلَمَاءُ وَرَثَةُ الْاَنْبِيَاءِ" (علماء انبياء ڪرام عليهم الصلواة والسلام جا وارث آهن) موجب دين جو درد ڪندڙ، سچ چوندڙ باعمل مخلص عالم، الله جل جلاله جو ڪامل ولي هو. سو اها ڳالهه ڪيئن ٿو برداشت ڪري سگهي پاڻ يڪدم ان گمراهيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ الله جل جلاله جي فضل، ڪرم سان ڪرامت ذريعي ان بدعقيدي ۽ ذهني کي ختم ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو ۽ پنهنجي هڪ پير مان لاهي فرمايائين ته "جادوگر جي

ڪشتي ڪي ڪيڏانهن به نه ڇڏجانءِ“ ان ڪانپوءِ ان جو ڪشتو ڪيڏانهن به وڃي ته پادر ڪايو موٽيو اچي مهنت نالي ڪافر جادوگر جي اڳيان ڪري، ان حيران ٿي چيو ته: شايد پيو ڪو جادوگر آيو آهي جيڪو هن ڪشتي تي غالب آهي چوڏاري جاچ ڪرائڻ ڪان پوءِ خبر پيس ته پيو ڪير به ڪونه آهي گرهوڙ وارو درويش مگريو فقير ويجهو منزل انداز آهي، جادوگر ڪي حضرت گرهوڙيءَ جي نالي جي خبر هئي“ انهيءَ بزرگ ميرن ڪي سنڌ وترائي ڏني هئي سو پنهنجي پاءُ سان صلاح ڪيائين ان مشورو ڏنس ته ٻئي گڏجي هلي گرهوڙي صاحب سان ملون ۽ منت ڪري ڪيس نذرانه وغيره ڏئي واپس ڪري ڇڏيون. ٻئي گڏجي حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي خدمت ۾ آيا گهٽيون ٿي منٿون ڪيائون دنيوي لالچون باسيائون پر پاڻ هر لالچ ڪي نڪرائي رباني عالم هجڻ جو ثبوت ڏيندي ڪين اسلام قبول ڪرڻ جي دعوت ڏنائون جڏهن ٻنهي ڄڻن ايمان آڻڻ ڪان انڪار ڪيو تڏهن پاڻ ڪين امتحان وٺڻ ۽ آزمائڻ لاءِ ٻيا چار شرط سندن اڳيان رکيائون ۽ گڏوگڏ اهو به چيائون

تہ انهن شرطن نہ مڃڻ کان پوءِ پنجين شيءِ تلوار آهي انجي ذريعي فيصلو ڪيو ويندو.

## حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي طرفان پيش ڪيل شرط

عـــــ ١: تہ اوهان هندن جو مذهبي اڳواڻ اسان وٽ ان ڳالهہ لاءِ تيار ٿي اچي تہ اسين ڪيس هڪ اهڙي ڪمري ۾ چاليهہ ڏينهن بند ڪري دروازي کي تالو هڻي ڇڏينداسون جنهن ۾ نہ ڪا دري هوندي نہ روشندان ۽ مان وري مسلمانن جي اڳواڻ جي حيثيت سان اوهان هندن وٽ هلان ٿو اوهان مونکي اهڙي ڪمري ۾ ٤٠ ڏينهن بند ڪري تالو هڻي ڇڏيو. چاليهن ڏينهن کان پوءِ دروازا کولي ڏسو جنهن بہ ڌر جو اڳواڻ مري ويو انهن جو لشڪر شڪست تسليم ڪندو.

فقير عبدالله طاهري نقشبندي
شاه لطيف ڪالوني نانڪولائن
ڪوٽڙي

# توڪل علیٰ الله ۾ ايمان ڪامل جو اظهار

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جو هن شرط ۾ پاڻ کي به ڪمري ۾ بند رکڻ لاءِ پيش ڪرڻ سندس ايمان جي ڪمال ۾ الله جل جلاله تي پوري توڪل ۾ ڀروسي رکڻ جو دليل آهي ۾ حقيقت به اها آهي تہ: وَمَنْ يَّتَوَكَّلْ عَلَى اللهِ فَهُوَ حَسْبُهٗ" جيڪو الله تي توڪل رکي ٿو الله ان جي لاءِ ڪافي آهي جيڪو رب العزة جل شانه سيده مريم رضي الله عنهما کي اڻ منداٺتا ميوا ڏئي سگهي ٿو اهو حضرت گرهوڙي عليه الرحمةکي به روزي پهچائڻ تي قادر آهي ۾ جيڪو رب العزة جل جلاله ننڍي ٻچي کي ماءُ جي پيٽ ۾ زنده رکي ٿو اهو حضرت گرهوڙي عليه الرحمة کي به زنده رکي ها ۾ ان ئي مقام تي فائز هجڻ جي ڪري پاڻ اهو شرط رکيو هونداٺون.

٢ ـ هڪ ميدان مقرر ڪجي، جنهنجي هڪ پاسي اوهان هندن جو لشڪر ۾ ٻئي پاسي اسان مسلمانن جو لشڪر آمهون سامهون بيهي. پوءِ مان ۾ اوهان هندن

جومذهبي اڳواڻ تي پيرا ملهہ وڙهون جيڪڏهن تئي پيرا آءُ ان تي غالب ٿيس تہ اهو مسلمان ٿيندو نہ تہ مان (معاذ الله) جٽيو ٻڌي سيني ساٿين سميت سندس تابع ٿيندس.

٣ ـ مون کي ۽ پنهنجي مذهبي اڳواڻ کي سيني ماٿهن جي اڳيان توريو جيڪڏهن اهو تلهي هجڻ جي باوجود مون کان وزن ۾ ڳرو ٿيو تہ مان سندس رسمون پاڻ تي جاري کندس ۽ جيڪڏهن مان سنهي ۽ ڪمزور هجڻ جي باوجود ان کان ڳرو ٿيس تہ اهو اسلام قبول ڪندو.

۴ ـ اوهان هندو پنهنجن بتن جي اڳيان رسمون ريتون ۽ راڳ روپ ڪيو ۽ جڏهن جوش ۾ اچو تڏهن آءُ اڪيلو اوهان وٽ ايندس جيڪڏهن اوهان جو تصرف مون تي غالب رهيو تہ مان اوهان سان شامل ٿيندس يا مان فقيرن سان گڏ ذڪر جو حلقو قائم ڪيان اوهان جو مذهبي اڳواڻ اچي اجان اوٺويهہ وکون پري هوندو تہ ازخود شهادت جو ڪلمو پڙهي مسلمانن ۾ شامل ٿيندو.

٥ ـ انهن جڏهن مٿيان چارئي شرط نہ مڃيا تڏهن حضرت گرهوڙي عليه الرحمة فرمايو تہ "پلا اوهان پاڻ وارو ڪشتو گهرائي انکان پڇو جيئن اهو چوي تيئن ٿا ڪيون" ڪشتي ڪان پڇيائون پر ان ڪو بہ جواب نہ ڏنو. حضرت گرهوڙي عليه الرحمة ڪين فرمايو تہ: پلا مون وٽ استعمال ٿيندڙ پيالي ڪان ٿا پڇون هندن سمجهيو تہ شايد اهو پيالو بہ ڪجهہ نہ ڳالهائيندو پر پڇڻ سان ان هيئن چوڻ شروع ڪيو ـ دين، دين، دين هندن چيو تہ اهو ڏن، ڏن، ڏن، تو چوي حق حق چوي، ان ڪان پوءِ فورًا ان مان حق، حق جو آواز اچڻ لڳو، هندن پوءِ بہ نہ مڃيو ۽ اهي ٻئي پاٽر پاڻ ۾ صلاح مشوري ڪرڻ جي بهاني سان موڪلائي ويا ۽ وڃي جنگ لاءِ تياري ڪرڻ لڳا. هوڏانهن حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جي ساٿين بہ اها تياري ڪئي.

## فتح سان گڏ شهادت

جڏهن ٻئي لشڪر هڪ ٻئي جي ويجهو آيا ۽

جنگ شروع ٿي تڏهن حضرت گرهوڙيءَ عليه الرحمة جي فقيرن پنهنجي هڪ ساٿيءَ کي ڍال ۽ تلوار ڏئي حضرت صاحب جي حفاظت لاءِ سندن پر ۾ بيهاريو پر پاڻ ان کي هڪل ڏئي پري ڪنديءَ هي شعر فرمايائون:

سپر سور ڪندياءِ ، مرڻ باس تہ مير ٿين

پوءِ انهن مجاهدن جي لشڪر تي ڪاهہ ڪئي ۽ حضرت گرهوڙي عليه الرحمة "اِيَّاكَ نَعْبُدُ وَاِيَّاكَ نَسْتَعِيْنُ" پڙهندو رهيو ۽ هندن جو مذهبي اڳواڻ جنگ ۾ حصو وٺندو وڏندو ٿي آيو پر مسلمانن جي لشڪر مان هڪ مجاهد کيس بندوق هنئين لڳڻ شرط گهوڙي کان هيٺ اهليو ۽ سندس تنگ رڪيب ۾ ڦاسي پئي هندن جڏهن ڏٺو تہ سندن اڳواڻ کي گهوڙو گهليو پيو وڃي تڏهن وٺي ڀڳا ۽ مسلمان سندن پويان ڪاهي پيا. حضرت گرهوڙيءَ عليه الرحمة کي اڪيلو ڏسي لڪل دشمن متس وار ڪري کيس شديد زخمي ڪري وڌو. مگر حيرت جي ڳالهہ اها هئي تہ سندس ڪنهن بہ زخم مان رت نہ ٿي وهيو ۽ زخم صاف ۽ سفيد نظر ٿي آيا ۽ ان حالات کان پوءِ بہ پاڻ ٽي ڏينهن زنده رهيا

هوڏانهن هندن جي لشڪر تي اهڙي آسماني مصيبت اچي ڪڙڪي جو سڀ ناس ٿي ويا. حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جا ٻه ڪيترا ساٿي شهيد ٿي ويا هئا ۽ پاڻ پنهنجي باقي ساٿين کي حڪم ڏنائون ته: مڙهي ڊاهيو ۽ بت کي ٻيجي ٻورا، ٻورا ڪري ڇڏيو" اهو سڀ ڪجهه ڪرڻ کان پوءِ ان جاءِ تي مسجد نهرايائون ۽ ان مڙهي واري ڳوٺ جو نالو دين پور رکيو ويو ۽ ڪجهه مريدن کي ان جو متولي بنائي خدمتگار مقرر ڪيائون اتاهين هٿ آيل سامان ۽ مال متاع جي لاءِ فرمايائون ته: "ان مان ڪائو پلي پر ڪڻ جي ڪوشش ڪير به نه ڪري" تن ڏينهن اندر اهو سمورو انتظام سنڀالي صحيح ڪري ١٧ ربيع الاول ١١٩٢هه مطابق ١٥ مارچ ١٧٧٨ع سومر جي ڏينهن رحلت فرمايائون "اِنَّا لِلهِ وَاِنَّا اِلَيۡهِ رَاجِعُوۡنَ" ورحمه الله رحمة واسعة. ان کان پوءِ سندن جسم مبارڪ کڻائي گرهوڙ شريف آندو ويو ۽ اتي ئي ڪين دفن ڪيو ويو.

## اهل و عيال

حضرت گرهوڙي عليه الرحمة ڪل پنج شاديون ڪيون هيون. ڪيس سندن آخري گهرواريءَ مان هڪ پٽ ڄائو هو جيڪو چئن، پنجن سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو هو ۽ ڪيس چار نياڻيون هيون. هڪ نياڻي پنهنجي ڀائٽي نالي عبدالله کي ۽ ٣ نياڻيون سيدن کي پرڻائي ڏنيون هيائين.

## سجاده نشين

ڪين جڏهن ته پٽ جو اولاد نه هو ان جي ڪري سندن سجاده نشين به سيد سڳورا ٿي ٿيندا آيا آهن.

## تبرڪات

سندن تبرڪات مان ٻه شيون ١. تلوار ٢ . پيئڻ جو پيالو اڃا تائين سندن سجاده نشين وٽ آهن. ان پيالي لاءِ چيو ٿو وڃي ته ڪين حضرت پٽائي عليه الرحمة جن جي طرفان مليو هو. هڪ ڀيري حضرت پٽائي سهڻي عليه الرحمة پنهنجن فقيرن کي فرمايو ته: امانت آيل آهي هلو ته کوه مان ڪڍي اچون. جڏهن کوه تي پهتا

ڏنائون تہ ان ڪوهہ جو پاڻي پاڻهي مٿي اچي ويو ۽ مٿانئس هڪ پيالو تري رهيو آهي حضرت پٺائي عليه الرحمة اهو پيالو ڪڍرائي حضرت گرهوڙي عليہالرحمة ڏانهن موڪلي ڏنو.

## حضرت پٺائي ۽ حضرت گرهوڙي عليهما الرحمة جا تعلقات

ڊاڪٽر داؤد پوٽہ صاحب لکيو آهي تہ شاهہ عبدالطيف عليه الرحمة جي وفات وقت (١١٦٥هہ) حضرت گرهوڙي عليہالرحمة جي عمر تقريبًا ٻارهن تيرهن ورهہ هئي مگر ان عمر ۾ بہ گرهوڙي صاحب عليه الرحمة اڪابر علماء مان شمار ڪيو ويندو هو ۽ ڪيس الاهي ڏات حاصل هئي. هڪ ڀيري شاه صاحب ڪنهن مريد جي هٿان هيٺيون سوال گرهوڙي صاحب ڏانهن جواب لاءِ ڏياري موڪليو

جو مڙني موچارو سو آهي ڪجاڙو؟

تہ موت ۾ گرهوڙي صاحب هي جواب ڏياري موڪليو

هڪڙي صحت سرير جي ٻيو پرين جو پاڙو

حضرت گرهوڙي صاحب کي شاه صاحب جي شعرن لاءِ بہ بيحد عزت هوندي هئي جيئن سندس هن بيت مان ظاهر آهي.

آهي عبداللطيف تي رضامندو رحمان
جوڙي جنهن قرآن ـ سنڌيءَ ۾ سولو ڪيو

## تصنيفات

حضرت مخدم عبدالرحيم عليه الرحمة اصول ۽ فروع جو وڏو برک عالم ۽ ماهر هو فن سلوڪ ۾ سندس تصنيف تمام گهڻي هئي. جن مان ڪيترا گم ٿي ويا ۽ ڪي ٿورا اجا بہ موجود آهن. جهڙوڪ:

## (١) فتح الفضل

(عربي) جنهن ۾ پاڻ پنهنجي ڪامل مرشد حضرت سلطان الاولياء محمد زمان قدس سره جي چار، سؤ چائيتاليهہ چوندہ مقالات جو شرح ڪيو اٿس. اهي مقالا اصل سنڌي ۾ هئا حضرت گرهوڙي عليهالرحمة انهن کي عربي زبان ۾ آندو آهي.

## (١) شرح ابيات سنڌي

(عربي) هن ۾ تصوف جي باريڪ نڪتن جو

عجيب شرح ڪيو ويو آهي. حضرت گرهوڙي ان ۾ تصوف جي بي پايان بحر ۾ ڪاهي پيو آهي. ڪٿي ڪٿي اهڙا صوفيانه اصطلاحات آندا اٿس. جن جو مطلب سمجهڻ ئي مشڪل آهي. تصوف جي اپياس لاءِ هن شرح ۾ گهڻو مواد موجود آهي.

## (٣) رساله گل نما

(فارسي) هي ڪتاب حضرت گرهوڙي صاحب عليه الرحمة علامه رومي عليه الرحمة جي مثنوي شريف جي نموني تي شعرن ۾ لکيو آهي ان ۾ پنهنجي روحاني پيشوا خواجه گل محمد عليه الرحمة جا مناقب لکيا اٿس.

## مڪتوبات فارسي

هي حضرت امام رباني، مجدد، منور الف ثاني عليه الرحمة جي مڪتوبات جو اختصار آهي.

## (٥) مجموعه سنڌيات

جنهن ۾ حضرت گرهوڙي عليه الرحمة جا سنڌي ڪلما ۽ ابيات لکيل آهن.

و هذا آخر ما اردت ايراده في هذه الاوراق والله المسئول ان يوفقني في مابقي من حياتي للاشتياق لاوليائه الكرام و حصول فيوضاتهم الجارية والسارية في الآفاق و صلي الله وسلم علىٰ حبيبه و نبيه سيدنا محمد و علىٰ آله و اصحابه الىٰ يوم فيه الى الله المساق.

الفقير محمد ادريس الداهري

٢٨ - فيبروري ٢٠٠٠ع

# تفسير: احسن البيان في تفسير القرآن

منني مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جو فرمان آهي تہ

## خير كم من تعلم القرآن و علمه

ترجمو: توهان مان ڀلارا اُهي آهن جيڪي قرآن مجيد پڙهن ۽ پڙهائين ٿا.

**مفسر قرآن الحاج علامہ مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب مدظله العالي** جن اسان اڀوجهن ۽ بي راهہ روي ۾ مبتلا ماڻهن لاءِ سولي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪلام پاڪ جو تفسير لکي اهو ازلي پيغام پهچايو آهي جنهن لاءِ ڀٽائي گهوٽ فرمايو آهي تہ:

السـت بربـكـم جڏهـن ڪـن پيـــــومر،
قـــالوٰ بليٰ قلب سين تڏهن تت چيـــومر.

في زمانہ هر ڪو ماڻهو نفسا نفسي ۾ آهي. قومي، معاشي ۽ سماجي مسئلن ۾ گهيريل آهي، انهن سڀني مسئلن جو حل صرف قرآن مجيد آهي. اصل هدايت ۽ روشني واري لاٽ ۽ واٽ قرآن مجيد آهي. اسلام جي بنيادي تعليم ۽ انسان جي ڀلائي قرآني تعليمات ۾ آهي.

هن تفسير ۾ توحيد - رسالت - نبي سائين جي اطاعت - محبت - معرفت ولايت - قيامت ۽ آخرت جي سمجهاڻين کان علاوه تاريخي حقائق - شريعت پاڪ جا احڪام مختلف فيه مسائل - عجائبات ڀيا اسرار - عمده نڪتا ۽ نصيحتون ۽ وضاحتون بيان ڪيل آهن. هن تفسير ۾ بدعقيده ۽ گمراهہ ماڻهن کي مدلل جواب ڏئي ڪين سهڻي سمجهاڻي ڏئي راهہ راست تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سي پوڄارا ۾ تـيـا سـمنڊ سـيـويو جن،
آنڊائون عـمـيـق مـــان جوتي جواهرن،
لڌائون لطيف چئي لالون مـــان لهـــرن،
ڪانهي قـيـمت تن ملهہ مـهـانگوان جو.

هي تفسير هڪ اسلامي دعوت ۽ تبليغ آهي جنهن ڪري هر گهر - ڳوٺ مسجد - مدرسہ - ڪاليج ۽ لائبريريءَ ۾ موجود هجڻ ضروري آهي جيئن هن تفسير مان هرڪو ماڻهو چڱي طرح مطالعو ڪري دين ۽ دنيا جي ڪاميابي حاصل ڪري سگهي.

رب سبحانہٗ و تعاليٰ الحاج علامہ مولانا محمد ادريس ڏاهري صاحب کي اجر عظيم عطا فرمائي ۽ ڪين صحت ڪاملہ سان خضري عمر عطا فرمائي جيئن ڪلام پاڪ جو تفسير مڪمل ڪن ۽ اسان کي سندن ڏنل تعليم تي عمل ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي! آمين.

طالب دعا

**پروفيسر حڪيم غلام الرسول لاکو**